# سِنڌي چوٿون ڪِتابُ

(چوٿين ڪلاس لاءِ)

سِنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ:

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ جو تيار ڪرايل ۽ سنڌ حڪومت جي تعليم ۽ خواندگيءَ واري کاتي جي مراسلي No.SO(G-1) E&L/Curr:2014, Dated: 27-03-2014 موجب سنڌ صوبي جي سيني پرائمري اسڪولن لاءِ واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.

بيورو آف ڪريڪيولم سنڌ جي نصابي ڪتابن جي جائزي واري صوبائي ڪاميٽي جو چڪاسيل.

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد پٺاڻ
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس ڀٽو

ليکڪ: محمد پريل 'بيدار' مگريو - سيد شير شاهه
لعل بخش ڪوڪر - امام بخش ٻرڙو - مهرالنساءِ لاڙڪ
تاج محمد شيخ - شفيع محمد چانڊيو
نزاڪت شاهه ڏاڏاهي - علي ڏنو جروار

ايڊيٽر: سيد شير شاهه بُخاري، ڊاڪٽر نور افروز خواجه
پروفيسر سراج چنا، اويس ڀٽو، محمد ادريس جتوئي

صوبائي جائزه ڪاميٽي: ڊاڪٽر غلام علي الانا - تحسين ڪوثر انصاري
سيد غلام اڪبر شاهه "نمائي" - تاج جويو
دلشاد احمد ڏيٽو - شفيع محمد چانڊيو
عزيز الله پنهور - محمد ادريس جتوئي

السٽريشن ۽ لي آئوٽ: ساجده يوسف
ڪمپوزنگ ۽ پيج ميڪنگ: نور محمد سميجو
پروف ريڊنگ: جمشيد احمد جوڻيجو

---

هي ڪتاب ............................................. پريس ................ ۾ ڇپيو.

# فهرست

# پہ اکر

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي، جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل ڪي علم ۽ شعور ڏيڻ سان گڏوگڏ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن، جنهن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، پاڻيپيءَ، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پورو ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊڪٽرچ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشنيءَ ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو. جڏهن انهن ڪتابن مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگردياڻيون پورو پورو لاڀ ماڻين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بڻائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا.

چيئرمين
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

مفت ورهاست لاءِ

سبق پهريون

# قُدرت وارا (حَمد)

**سکيا جي حاصلات**

* الله پاڪ جي نعمتن جو بيان ڪرڻ.
* حمد سر ۽ لئه سان پڙهڻ.
* هم آواز لفظ ڳولڻ.
* لفظ ڳولي خالي جايون پرڻ.
* اسم جي سادي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

سَڀ ڪَن تُنهنجِي ساراهہ، قُدرتَ وارا!
نِرمَل جوتِي نُور نظارا، قُدرتَ وارا!

ڪوٺان ڪوٺَ بڻايَئہ، ڌَرتيون،
سَهسين سِج، چنڊ، تارا ڪَتِيُون،
جن جو اَنت نہ پارا، قُدرتَ وارا!

گُلن اندر سُرهاڻ ڌَرِين تو،
موتين سان مهراڻُ ڀَرِين تو،
هِيرا لَعلَ هَزارا، قُدرتَ وارا!

جڏهن وَڻن تي واءُ اچي تو،
پَنَ پَنَ مان پَڙلاءُ اچي تو،
چِم چِم جا چِمڪارا، قُدرتَ وارا!

چُهنبَ چَتُن ۽ چيهَن ڪولِي،
بُلبُل ڪوئِل، بولِي بولِي،
مورَ نَچَن نامِيارا، قُدرتَ وارا!

عَجبُ بڻايَئہ بِجليون، بادلَ!
بُوندُون بَرس بَرس ڪَن تاڏلَ،
واڄٽ ڪن وَسڪارا، قدرتَ وارا!

ڪشنچند بيوس

الله سائينءَ جي ساراهہ ۾ چيل بيت کي ’حمد‘ چئبو آهي

# مشق

مفت ورهاست لاءِ

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن حمد مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي؟
(ب) اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟
(ج) هن حمد ۾ شاعر الله سائينءَ جون ڪهڙيون نعمتون بيان ڪيون آهن؟

۲. هي حمد سُر ۾ لئه سان گڏجي پڙهي ٻڌايو.

۳. هيٺين لفظن جي معنيٰ لِکو.

ساراهه - سُرهاڻ - سهسين - مهراڻ - جوتِي

۴. هيٺين لفظن جا هم آواز لکو ۽ ٻُڌايو.

ڏرتيون - پڙلاءُ - ڪولِي - بادل - سُرهاڻ.

۵. ياد رکو:

سنڌي ٻوليءَ جي گرامر ۾ ڳالهائڻ جا اَٺ لفظ آهن، جن مان پهريون اسم آهي.
اسم معنيٰ نالو. اسم ڪنهن بہ ماڻهوءَ، جاءِ، شيءِ، ڪم، حالت ۽ خاصيت جو نالو آهي.
هن سبق مان اسم ڳولي لکو.

٦. نظم جا هيٺيان بند مڪمل ڪريو:

(الف) گُلن اندر سُرهاڻ ..................
موتين سان مهراڻ ................
.................. قُدرت وارا!

(ب) عَجب بَڻايَئہ ..........................
بوُندُون برس ......................
................. قُدرت وارا!

سبق ٻيو

مفت ورهاست لاءِ

# نَبِي اَڪرم صلّي اللهُ عَليهِ وَآلهِ وَسَلَم

**سکيا جي حاصلات**

* رسول پاڪ جي نبوت ۽ پيغام بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* رسول پاڪ جي سيرت کان واقف ٿيڻ.
* لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
* لفظن جي ضدن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* لفظ ۽ جملي جي وصف ڄاڻڻ.

**حضرت مُحمّد** صلّي اللهُ عَليهِ وَآلهِ وَسَلَم **جن** مڪي شريف ۾ ڄاوا. سندن ڏاڏي حضرت عبدالمطلب، پاڻ سڳورن جو نالو مُحمّد رکيو. سندن والده بيبي آمنهؓ کين احمد جي نالي سان سڏيو. عرب جي رواج مطابق پاڻ سڳورن کي ٿڃُ پيارڻ لاءِ دائي بيبي حليمهؓ جي حوالي ڪيو ويو.

پاڻ سڳورا جڏهن ڇهن سالن جا ٿيا، ته سندن والده به وفات ڪري وئي. ان کان پوءِ سندن ڏاڏي حضرت عبدالمطلب جي سنڀال هيٺ رهيا. اجا اَٺن سالن جا مس ٿيا، ته سندن ڏاڏو حضرت عبدالمطلب به وفات ڪري ويو، ان ڪري پنهنجي چاچي حضرت ابو طالب سان گڏ رهڻ لڳا.

پاڻ ڪريم صلّي اللهُ عَليهِ وَآلهِ وَسَلَم **جَن** ننڍي هوندي کان ئي سُلڇڻا، سچار ۽ ايماندار هئا. اُن ڪري ماڻهو کين صادق ۽ امين سڏيندا هئا. پاڻ سدائين غور ۽ فڪر ۾ رهندا هئا.

هڪ ڀيري پاڻ ڪريم صلّي اللهُ عَليهِ وَآلهِ وَسَلَم **جَن** حضرت ابو طالب سان واپار سانگي شام پئي ويا، واٽ تي بحيرا نالي راهب مَٿن ڪڪر جي ڇانوَ ڏِسي ٽڪريءَ تان لهي آيو. هن پاڻ سڳورن جي، زيارت ڪئي ۽ سندن پُٺيءَ مبارڪ تي نُبُوَّت جي مُهر ڏٺي. ان کان پوءِ حضرت ابو طالب کي چيائين ته:”هي ٻار نَبِي ٿيندو“. پوءِ کيس صلاح ڏنائين ته: ”توهين واپس وڃو، متان شام مُلڪ جا حاسد يهودي هن معصوم کي ڪو نقصان رسائين“!

پاڻ سڳورا جڏهن چاليهن سالن جا ٿيا، ته کين غار حرا ۾، حضرت جبرائيل امين نُبُوَّت جو پيغام آڻي پهچايو. پوءِ ٽيويهن سالن تائين قرآن پاڪ مٿن نازل ٿيندو رهيو.

پاڻ ڪريم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلَم جَن پنهنجي نُبُوّت جو اعلان ڪيو ۽ ماڻهن ۾ اسلام جي تبليغ ڪندا رهيا. پاڻ سڳورا الله سائينءَ جا آخري نبي آهن. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ جو حڪم آهي:”الله کي هڪ ڪري مڃو، ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو ۽ بُتن جي پُوڄا نہ ڪريو.“

پاڻ سڳورن جي انهن ڳالهين تي مڪي جا ڪافر سندن جاني دشمن ٿي پيا. کين ۽ سندن ساٿين کي طرح طرح جون تڪليفون ڏيڻ لڳا. آخرڪار پاڻ ڪريم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلَم جن الله جي حڪم سان مڪي مان هجرت ڪري مديني ۾ اچي رهيا. مڪي جي ڪافرن اُتي بہ کين آرام سان رهڻ نہ ڏنو ۽ ڪيتريون ئي جنگيون لڳيون، جن ۾ بدر، احد، خندق ۽ خيبر مشهور آهن.

جڏهن مڪو فتح ٿيو، تڏهن پاڻ سڳورن پنهنجي جاني دشمنن کي بہ معاف ڪري ڇڏيو. ڪنهن کان ڪو بہ بدلو نہ ورتائون. سندن اهڙي شفقت ڏسي ڪيترن ئي ماڻهن اسلام قبول ڪيو. اهڙيءَ طرح سموري عرب ۾ اسلام پکڙجي ويو.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) نَبِي ڪريم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلَم جَن کي ننڍُ پڻ ڪي پيارڻ لاءِ ڪنهن جي حوالي ڪيو ويو؟

(ب) نَبِي ڪريم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلَم جَن کي نُبُوّت جو پيغام ڪنهن پهچايو؟

(ج) پاڻ ڪريم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلَم جَن ڪهڙي تبليغ ڪئي؟

(د) حضور اڪرم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلَم جَن مڪي مان مديني ڏانهن هجرت ڇو ڪئي؟

(هہ) حضور اڪرم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلَم جَن جي زندگيءَ مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

٢. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

رواج صلاح حاسد پيغام تبليغ

٣. هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|
| نقصان | | جنگ | | آخري | |
| دشمن | | فتح | | چانوَ | |

٤. ٻارو، اکرن جي معنيٰ دار ميڙ کي لفظ چئبو آهي،
لفظن جي ترتيب وار ميڙ کي جملو چئبو آهي.

ياد رکو تہ: * صادق سچار کي چئبو آهي. * امين امانتدار کي چئبو آهي.

مفت ورهاست لاءِ

سبق ٽيون

# حضرت بِيبِي خَدِيجَةُ الكُبريٰ رَضي الله عَنهَا

**سکيا جي حاصلات**

* حضرت بيبي خديجة الڪُبريٰ ؓ جي ڪردار بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* لفظن جي معنيٰ لکڻ.
* اسم عام ۽ اسم خاص جو استعمال ڪرڻ.

حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رَضي الله عَنهَا، مڪي شريف جي هڪ مُعزز واپاريءَ خُويلد جي اڪيلي نياڻي هئي. پيءُ جي وفات کانپوءِ، سڄي مِلڪيت سندس ورثي ۾ آئي. بيبي سڳوري نهايت رحمدل ۽ عقلمند هئي. سُهڻي ڪردار جي ڪري ڪيس 'طاهره' جي لقب سان سڏيندا هئا.

پيءُ جي وفات کانپوءِ بيبي سڳوريءَ واپار جاري رکيو. هوءَ هوشيار ۽ ايماندار ماڻهن کي پائيواري تي مال ڏئي، شام ۽ يَمن ڏانهن واپار لاءِ موڪليندي هئي.

اُن زماني ۾ حضرت محمّد صَلَّي اللهُ عَليَهِ وَآلِهٖ وَسَلَمَ جَن جو نالو ايمانداريءَ ۽ سَچائِيءَ جي ڪري مشهور هو. بيبي سڳوريءَ کين گهرائي، شام ملڪ ڏانهن واپار لاءِ وڃڻ جي آڇ ڪئي، جيڪا پاڻ قبول ڪيائون. بيبي سڳوريءَ ساڻن گڏ پنهنجي غُلام مَيسِره کي بہ مددگار ڪري روانو ڪيو.

مَيسره وقت بہ وقت حضرت مُحمّد صَلَّي اللهُ عَليَهِ وَآلِهٖ وَسَلَمَ جَن جي اخلاق ۽ ايمانداريءَ بابت، بيبي صاحبہ وٽ تمام گهڻي ساراهہ ڪندو هو. جنهن جو بيبي سڳوريءَ تي تمام گهڻو اثر ٿيو. جيئن تہ پاڻ بيواهہ هئي، تنهنڪري حضرت محمّد ؐ جن ڏانهن شادِيءَ جو پيغام موڪليائين. پاڻ سڳورن اُهو پيغام، خوشيءَ سان قبول ڪيو. اُن وقت بيبي سڳوريءَ جي عمر چاليهہ سال ۽ پاڻ سڳورن جي عمر پنجويهہ سال هئي.

شادِيءَ کان پندرهن سال پوءِ، چالِيهَن سالن جي عُمر ۾ پاڻ سڳورن کي الله تعاليٰ طرفان نُبُوت ملي. نبي ڪريم ؐ جن جڏهن اها ڳالهہ بيبي سڳوريءَ کي ٻڌائي تہ پاڻ هڪدم ايمان آنڊائين. عورتن ۾ سڀ کان اَوّل بيبي صاحبہ ايمان آندو.

نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَليَهِ وَآلِهٖ وَسَلَمَ جن فرمايو تہ: "بيبي خديجہ ؓ منهنجي ٻِيبِين ۾ سڀني کان بهتر هئي، ڇوتہ جڏهن ماڻهو مون کي نبي ڪري نہ مڃيندا هئا، تڏهن

هن مون تي ايمان آندو. جڏهن مون وٽ ڪجهه به نه هو، تڏهن پنهنجي مال سان منهنجي مدد ڪيائين. الله تعاليٰ هن مان مون کي اولاد عطا ڪيو“. پاڻ وڌيڪ فرمايائون تہ ”مون کي ڪوبہ اهڙو ڏک نہ پهتو، جيڪو سندس ڳالهين سان هلڪو ۽ آسان نہ ٿيو هجي“.

بيبي سڳوريءَ جي نبي ڪريم صَلي الله عَليَهِ وَآلِهِ وَسَلمَ ۽ اسلام سان سچي محبت هئي. پاڻ سڳورا بہ ساڻن گهڻي محبت ڪندا هئا. بيبي صاحبہ پنجهٺ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. سندس وفات کان پوءِ بہ نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيّه وَآلِهِ وَسَلَّمَ جَن هميشه کين ياد ڪندا هئا.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) بيبي خديجةالڪُبريٰؓ جي سُهڻي ڪردار سبب ماڻهو کيس ڪهڙي لقب سان سڏيندا هئا؟

(ب) بيبي خديجة الڪُبريٰؓ جي والد جو نالو ڇا هو؟

(ج) عورتن ۾ سڀ کان اول نبي پاڪ تي ڪنهن ايمان آندو؟

(د) بيبي خديجة الڪُبريٰؓ اسلام جي ڪهڙي خدمت ڪئي؟

(هـ) پاڻ سڳورنﷺ بيبي صاحبہ بابت ڇا فرمايو آهي؟

٢. حضرت بيبي خديجة الڪُبريٰؓ بابت ڪي بہ ڏهہ جملا لکو:

٣. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ لکو:

مُعزز - عقلمند - ڄمار - ڪردار - لاچار

٤. هيٺين لفظن جا جمع ٺاهيو:

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| بِيبِي | | شادِي | |
| آڄَ | | ڳالِهہ | |

٥. ماڻهن، جاين ۽ شهرن جي نالن کي ’اسم خاص‘ چئبو آهي.

جيئن: اڪبر - انيتا - راڻي باغ - حيدرآباد - ڪينجهر - ڪراچي

٦. ساهوارن، جاين، شين جي عام نالن کي ’اسم عام‘ سڏبو آهي.

جيئن: ماڻهو - ٻڪري - ڇوڪري - اسڪول - ڪتاب - اسپتال - ميز - پينسل

٧. هن سبق مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي لکو.

*

## سبق چوٿون

مفت ورهاست لاءِ

# اَسان جو نَبِيﷺ (نعت)

**سکيا جي حاصلات**

* نبي سڳوري جي واکاڻ ڪرڻ.
* نعت سُر سان پڙهڻ.
* هم قافيہ لفظن جو استعمال سکڻ.
* نعت جون سٽون مڪمل ڪرڻ.

خدا جو پيارو اسان جو نبيﷺ،
سدا جيءَ جيارو، اسان جو نبيﷺ.

اچڻ ساڻ تَنهن جي ٿيو روشن جهانُ،
آهي نُور سارو، اسان جو نبيﷺ.

بُڏا جي گُناهَن ۾ تن لاءِ ٿيو،
ڪنڌي ۽ ڪنارو، اسان جو نبيﷺ.

نبي سڳوري جي ساراهه ۾ چيل بيت کي 'نعت' چئبو آهي.

مفت ورهاست لاءِ

غـريـبـن اَجـهـو، اوٽَ ۽ آسـرو،
وڏي شان وارو، اسان جو نـبـيﷺ.

نَبين ۾ پـويـون، نـبـي پـاڪ تـيـو،
سُونـهـارو، مـوچـارو اسان جو نـبـيﷺ.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

## مشق

**١. هينئين سوالن جا جواب ڏيو:**

(الف) هن نعت مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند اچي ٿو؟
(ب) اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟
(ج) نبين ۾ آخري نبي ڪير آهي؟
(د) شاعر غريبن جو اجهو ۽ آسرو ڪنهن لاءِ چيو آهي؟

**٢. هيءَ نعت سُر ۽ لئہ سان پڙهي ٻڌايو.**

**٣. هڪ جهڙن آوازن وارا يعني هم قافيا لفظ ڳولهيو:**

جيئن: پيارو ← جيارو

| | |
|---|---|
| نيارو | |
| وارو | |
| سونهارو | |

**۴. نعت جون سٽون پوريون ڪريو :**

* خدا جو پيارو......................
..................... اسان جو نبي
غريبن اجهو.........................
وڏي شان وارو..................

سبق پنجون

# شَبِ قَدر

**سکيا جي حاصلات**

* شب قدر بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* نون لفظن جي معنيٰ لکڻ.
* هم معنيٰ لفظ ڳاهڻ.
* اسم خاص جو عملي استعمال ڪرڻ.

رمضان جي پلاري مهيني جي هر رات ۽ هر ڏينهن برڪتن وارو آهي، پر سيني راتين ۾ شَبِ قَدر، سيني کان پلي رات آهي. شَبِ قَدر کي ’لَيلَة القَدر‘ بہ چوندا آهن. اهڙي شاهدي قرآن شريف جي سورت ’القدر‘ ۾ هن ريت ڏنل آهي:

”بيشڪ اسان قرآن شَبِ قَدر ۾ لاٿو. ۽ ڪنهن سمجهايوَ تہ شَبِ قَدر ڇا آهي؟ شَبِ قَدر هزار مهينن کان پلي آهي. منجهس ملائڪ ۽ روح (جبرائيل عليه السلام) پنهنجي پالڻهار جي حڪم سان سڀ ڪنهن ڪم (جي پورائيءَ) لاءِ لهندا آهن. انهيءَ رات پرهہ ڦُٽڻ تائين سلامتي آهي.“

هڪ ڀيري حضور اڪرم صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلّمَ جَن کي اصحاب سڳورن عرض ڪيو تہ، سائين اڳ وارن ماڻهن جون ڄمارون اسان کان وڏيون هيون. اسان انهن جي ثواب ۽ عبادت کي ڪيئن پهچنداسين؟ پاڻ سڳورنؐ فرمايو تہ: ”شَبِ قَدر الله تعاليٰ منهنجي ئي اُمَّتَ کي عطا ڪئي آهي. شَبِ قَدر ۾ عبادت جو ثواب هزار مهينن جي عبادت کان بہ وڌيڪ آهي“.

حضور انور صلّي اللهُ عَلَيهِ وَآلهٖ وَسَلّمَ جَن شَبِ قَدر جي برڪتن بابت فرمايو آهي تہ ”منهنجي امت مان جيڪو مرد يا عورت چاهي تہ منهنجي قبر روشن

ٿئي، ان کي ڳولهجي تہ رمضان مهيني جي قدر وارين راتين ۾ ڪثرت سان عبادت ڪري، جيئن الله تعاليٰ ان جي برڪت سان سندس گناهہ بخشي ۽ گهڻو ثواب عطا ڪري.“

پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ: ”هن رات کي رمضان شريف جي آخري ڏهاڪي جي اِڪِي راتين ۾ تلاش ڪرڻ گهرجي. عام طور سڀ مسلمان رمضان جي ٢٧ رات کي شَبِ قَدر طور ملهائيندا آهن.“

الله تعاليٰ سيني مسلمانن کي هِن پياريءَ رات ۾ عبادت ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي. آمين!

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) قرآن پاڪ کي الله تعاليٰ ڪهڙيءَ رات ۾ نازل ڪيو؟

(ب) قرآن پاڪ ۾ شَبِ قدر لاءِ ڪهڙو ارشاد آهي؟

(ج) شَبِ قدر کي رمضان شريف جي ڪهڙي ڏهاڪي ۾ ڳولڻ گهرجي؟

(د) عام طور مسلمان شَبِ قَدر رمضان مهيني جي ڪهڙيءَ تاريخ تي ملهائيندا آهن؟

٢. شَبِ قَدر جي فضيلت بابت ڪجهہ جُملا زباني ٻڌايو.

٣. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

| شَبِ قدر | |
|---|---|
| فجر | |
| بيشڪ | |
| مخلوق | |
| اِرشاد | |

۴. هيٺ ڏنل لفظن کي تير وسيلي ساڳي معنيٰ وارن لفظن سان ملايو:

| لفظ | ساڳي معنيٰ وارا لفظ |
| --- | --- |
| عطا فرمائي | سَگهه |
| توفيق | بندگي |
| عبادت | رات |
| شَب | ڳولا |
| تلاش | بخشي |

۵. هيٺ ڏنل جملن ۾ اسم خاص وارن لفظن هيٺان ليڪ ڏيو:

(الف) رمضان مهيني جي هر رات ۽ هر ڏينهن پيارو آهي.

(ب) شَبِ قَدر سيني راتين ۾ پياري رات آهي.

(ج) هالا شهر ۾ جنديءَ جو سامان ٺهي ٿو.

(د) سنڌوندي، پاڪستان جي وڏي ندي آهي.

سبق ڇهون

# مخدوم نوح رحه

**سکيا جي حاصلات**

* سنڌ جي بزرگ هستين بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* لفظن جي معنيٰ ٻڌائڻ.
* مناسب لفظن ذريعي خال پرڻ.
* صفت جي سادي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

سنڌ جي پلاري زمين خوش نصيب آهي، جو هن ڪيترائي بزرگ، ولي ۽ صالح ٻانها پيداڪيا آهن. انهن ۾ مخدوم نوحؒ جو به وڏو مرتبو ۽ مقام آهي. حضرت مخدوم نوحؒ اسلام جي پهرئين خليفي حضرت ابوبڪر صديق رَضي اللهُ عَنهُ جي خاندان مان آهي، تنهنڪري ڪين 'صديقي' سڏيو وڃي ٿو. مخدوم صاحب جا وڏا تبليغ جي ارادي سان ملتان جي ويجهو ڪوٽ ڪروڙ ۾ اچي آباد ٿيا. سندن وڏا جتي به تبليغ لاءِ پهتا، اتي ڪين عزت ۽ احترام سان رهايو ويو. بعد ۾ هو لڏي اچي هالا ڪنديءَ ۾ رهيا جنهن کي هاڻي پراڻا هالا چون ٿا.

مخدوم نوحؒ ۲۷ رمضان، سن ۹۱۱ھ ۾، جمعي جي رات ڇاوا. سندن والد مخدوم نعمت الله، مٿن لطف الله نالو رکيو. ڪين پوءِ سرور نوح به سڏيو ويو. ستن ورهين جي عمر ۾ کين قرآن شريف پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو.

هڪ ڀيري ننڍي ۾ ڪيترائي وڏا عالم ۽ طالب سندن علمي لياقت پرکڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا. مخدوم نوحؒ هڪ آيت جون ايتريون ته معنائون ٻڌايون، جو سڀ حيران ٿي ويا. ڪيترن ئي مريدن کي علمي ۽ روحاني فيض ڏنائون. ايتري قدر جو سندن گادي اڄ به "نَو لکي گودڙي" سڏجي ٿي. پاڻ ڪنهن حاڪم، زميندار يا مريد کان ڪو به نذرانو وغيره نه وٺندا هئا. سندن تبليغ تي هزارين ماڻهو مسلمان ٿيا.

مخدوم نوحؒ قرآن پاڪ جا مفسر، حديث جا ڄاڻو ۽ وڏا صوفي شاعر به هئا. پاڻ ننڍي کنڊ ۾ سڀ کان اول قرآن مجيد جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيائون. سندن ترجمي جي زبان سادي ۽ عام فهم آهي. ان جي ڪجهه سيپارن جو سنڌي ۾ ترجمو مشهور شاعر نياز همايونيءَ ڪيو آهي. جيڪو ڇپجي چڪو آهي. مخدوم صاحب جا ڪجهه سنڌي بيت به مليا آهن. جن مان هڪ بيت هي آهي.

پيئي جا پريات، سا ماڪ مَ پانيو ماڻهئا!
روئي چڙهي رات، ڏسي ڏکوين کي.

مخدوم نوحؒ تعليم جو جيڪو سرشتو جاري ڪيو، ان جو شروع کان ئي اثر ٿيڻ لڳو. ان سان ماڻهن جي اخلاقي حالت سڌرڻ لڳي. عام ماڻهن کي وقت جي حاڪمن کان انصاف وٺي ڏيندا هئا. سندن زبان مان ڪڏهن به شريعت خلاف ڪو لفظ نه نڪتو. پاڻ هر ڪنهن سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪندا هئا، جيئن ماڻهن مان رنج، عداوت ۽ ساڙ ختم ٿي وڃي. پنهنجن مريدن کي

دوست سڏيندا هئا. سرورِ ڪائنات جي سنت تي هلي، ماڻهن کي فيض عام ڏنائون سندن جماعت کي ”سروري جماعت“ سڏجي ٿو.

٢٧ذوالقعد ٩٩٧ھ ۾، سندن رحلت ٿي، سندن جنازي ۾ لکين مريدن ۽ عقيدتمندن شرڪت ڪئي. سندن آخري آرام گاھ هالا نوان ۾ آهي.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) مخدوم نوحؒ کي صديقي ڇو ٿو سڏيو وڃي؟

(ب) مخدوم نوحؒ جي ڄمڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟

(ج) مخدوم نوحؒ جي جماعت کي ”سروري جماعت“ ڇا لاءِ سڏيو وڃي ٿو؟

٢. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| خاندان | |
| مرتبو | |
| حيران | |
| انصاف | |
| رحلت | |

٣. هيٺيان خال ڀريو:

* ايتري قدر جو سندن گادي اڄ بہ ................................ سڏجي ٿي.
* مخدوم صاحب ننڍي ڪنڊ ۾ سڀ کان اول ........................ جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو.
* مخدوم نوحؒ جي آخري آرامگاھ ................................ آهي.

٤. اسم جا گڻ ۽ اوگڻ ڏيکاريندڙ لفظ صفت سڏبا آهن،
اوهان اهڙا پنج صفت وارا لفظ ٻڌايو، جيئن: ★ سُٺو ڇوڪر ★ خراب ميوو

سبق ستون

# زندگيءَ جو مقصد

**سکيا جي حاصلات**

* زندگيءَ جي مقصد بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
* ننڍو مضمون لکڻ.
* لفظن جا ضد لکڻ.

**استاد:** ٻارو، اڄ اسين ان ڳالهه تي غور ڪنداسين ته اسان جي زندگيءَ جو مقصد ڪهڙو آهي؟

**استاد:** مارئي! تون تعليم حاصل ڪري ڇا ٿيندينءَ؟

**مارئي:** سائين آءٌ تعليم حاصل ڪري، ڊاڪٽرياڻي ٿينديس ۽ ملڪ جي ماڻهن جو علاج ڪري، سندن خدمت ڪنديس.

**استاد:** شاباس! تون ته ڏاڍي ڏاهي ڇوڪري آهين. اسان جي ملڪ کي سٺن ڊاڪٽرن جي ضرورت آهي ته جيئن بيمارن جو سٺو علاج ٿي سگهي.

استاد: عابد، پلا تون وڏو ٿي ڇا ڪندين؟
عابد: سائين، آءٌ انجنيئر ٿيندس. ملڪ ۾ پڪا رستا،عمارتون ۽ پُليون ٺاهيندس.
استاد: تمام سُٺو. انجنيئر به ملڪ جي ترقيءَ لاءِ گهڻو ڪم ڪري سگهن ٿا.
استاد: قاسم تنهنجو ڇا ارادو آهي؟
قاسم: سائين، آءٌ وڏو ٿي سائنسدان ٿيندس. ماڻهن جي سهولت لاءِ نيون نيون شيون ٺاهيندس. اسان جي ملڪ ۾ بجليءَ جي تمام گهڻي کوٽ آهي. آءٌ شمسي توانائيءَ ۽ ڪوئلي مان گهٽ خرچ وارا بجلي گهر ٺاهيندس.
استاد: تو ته ڏاڍيون عقل واريون ڳالهيون ڪيون آهن.
استاد: نُوري، توهان پنهنجي لاءِ ڇا سوچيو آهي؟
نوري: سائين، آءٌ وڏي ٿي استاد ٿينديس ۽ پنهنجي ڳوٺ جي ڇوڪرين کي اوهان وانگر محنت سان پڙهائينديس.
استاد: واهه واهه! اهو ته پيغمبري پيشو آهي.
استاد: ساجن، تنهنجي ڇا مرضي آهي؟
ساجن: سائين، اسين غريب آهيون. آءٌ وڌيڪ پڙهي ڪونه سگهندس. آءٌ پنهنجي پيءُ وانگر، آفيس ۾ نائب قاصد ٿيندس.
اِها ڳالهه ٻڌي ڪلاس ۾ سڀ ٻار کِلڻ لڳا. تنهن تي استاد ٻارن کي سمجهايو ته کلڻ جي ڪابه ڳالهه نه آهي. نائب قاصد به اسان جي سماج جو هڪ محنتي فرد آهي ۽ آفيس جي ڪمن ڪارين ۾ هڪ اهم حيثيت رکي ٿو. ساجن جيڪڏهن تون غريب جو پُٽ آهين ته ڇا ٿي پيو. تون به محنت ڪري ڪنهن وڏي عهدي تي پهچي سگهين ٿو.
استاد: ٻارو، اوهان سڀني جا خيال تمام سٺا آهن. علم سان گڏ محنت به ڪندؤ، ته زندگيءَ جو مقصد ضرور ماڻي سگهندؤ.
چڱو ٻارو، هاڻي موڪل جو وقت ٿي ويو آهي. الله واهي!

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) مارئيءَ پنهنجي زندگي جو ڪهڙو مقصد ٻُڌايو؟

(ب) عابد انجنيئر ڇو ٿيڻ چاهي ٿو؟

(ج) قاسم، سائنسدان بڻجي ڇا ڪرڻ ٿو چاهي؟

(د) زندگيءَ جو مقصد ڪهڙيءَ ريت حاصل ڪري سگهجي ٿو؟

۲. ٻارو! پنهنجي زندگيءَ جي مقصد بابت ڪجهه جملا لکي ڏيکاريو.

۳. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو.

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ترقي | |
| مکيه | |
| شمسي توانائي | |
| صحتمند | |
| فرد | |

۴. هيٺين لفظن جا ضد لکو.

| لفظ | ضد |
|---|---|
| کِلڻ | |
| پَڪا | |
| سَوير | |
| غريب | |

سبق انون

# وَطن جي حُبَّ (نظم)

**سکيا جي حاصلات**

* نظم سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
* وطن جي حب جي اهميت سمجهڻ.
* نون لفظن ۽ هم آواز لفظن جو استعمال ڪرڻ.
* درست صورتخطيءَ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.

وطن جي حُب جي دل ۾ نه ٿي، اِيمانُ ڪهڙو ٿيو؟
عمل ناهي جي انسان ۾، ته پوءِ انسانُ ڪهڙو ٿيو؟

اجا تائين غَريبن سان، نه ڏاري ڪو جي همدردي،
غريبن لئه سندن دل ۾، ڀلا ارمانُ ڪهڙو ٿيو؟

نه ٿي تعليم جي گِهٽتي، نه ٿِي بي روزگاري گهٽ،
ترقيءَ جو اسان ۾پوءِ وري اِمڪانُ ڪهڙو ٿيو؟

عجب آهي اجا غَفلت جي آهيون ننڊَ ۾ اڃ پِي،
اسان مان پوءِ سُڌاري جو، تڏهن خواهان ڪهڙو ٿيو؟

ڪيون اهڙا هُنر، جو نڪري پاڪستان جو نالو،
ائين جي ڪِينَ ڪيوسين، مُلڪ تي احسانُ ڪهڙو ٿيو؟

وڏايون جي نه پيدائش، اسين هاڻي زَمينن جِي،
زراعت لئه اسان وٽ پوءِ نئون سامانُ ڪهڙو ٿيو؟

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن نظم مان اوهان کي ڪهڙو بند پسند آهي؟

(ب) اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟

(ج) هن نظم ۾ شاعر ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي؟

۲. ٻارو هي نظم سُر ۽ لئه سان پڙهي ٻڌايو.

۳. وُطن جي حُب، بابت ڏهه جملا لکو.

۴. توهان کي ٻيو ڪو قومي نغمو ياد هجي تہ ٻڌايو.

۵. خالي جاين ۾ "ايمان" لفظ جا هم آواز لفظَ، نظم مان چوندي لکو.

__________ __________ __________

__________ __________ __________

٦. نظم جا هيٺيان بند مڪمل ڪريو:

* وطن جي حُب جي دل ۾ نہ ٿي، ........................ ؟

عمل ناهي جي انسان ۾، ....................................؟

* ....................................، نہ ٿي بيروزگاري گهٽ،

ترقيءَ جو اسان ۾، پوءِ وري ........................؟

۷. هيٺ ڏنل درست لفظن تي (✓) جو نشان لڳايو:

| | | |
|---|---|---|
| (الف) | حُب | هُب |
| (ب) | اِنصان | اِنسان |
| (ج) | اِمقان | اِمڪان |
| (د) | زراعت | ذراعت |

سبق نائون

# قومي جَهنڊي جي اهميت

**سکيا جي حاصلات**

* قومي جهنڊي جي اهميت سمجهڻ.
* پنهنجي ملڪ ۽ ٻين ملڪن جي جهنڊن جي آگاهي حاصل ڪرڻ.
* جهنڊي بابت ننڍڙو مضمون لکڻ.
* جمع واحد ٺاهڻ.
* اسم عام جو جملن ۾ استعمال سکڻ.

اڄ ۲۳ مارچ جو ڏينهن آهي. اسڪول ۾ اسيمبليءَ وقت هيڊ ماستر شاگردن جي اڳيان ڏوري ڇڪي قومي جهنڊي کي ڦڙڪايو ۽ ان کي سلامي ڏني.

هيڊ ماستر: ٻارو هي اسان جي پياري ملڪ پاڪستان جو قومي جهنڊو آهي اسان کي اُن جي عزت ۽ حفاظت ڪرڻ گهرجي.

سليمان: سائين،اسان جي ملڪ جي جهنڊي ۾ هي سائو رنگ ڇو آهي؟

هيڊ ماستر: قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ مسلمانن جي آباديءَ کي ظاهر ڪري ٿو. ان کان سواءِ هيءُ رنگ خوشحاليءَ جي نشاني به آهي.

سورٺ: سائين، هِن قومي جهنڊي ۾ اڇو حصو ڇا کي ظاهر ڪري ٿو؟

هيڊ ماستر: اسان جي ملڪ ۾ مسلمانن سان گڏ ٻين مذهبن جا ماڻهو بہ رهن ٿا، هي اڇو حصو سندن آباديءَ کي ظاهر ڪري ٿو. اڇو رنگ امن جي نشاني بہ آهي.

صابِر: سائين، جهنڊي جي وِچ تي چنڊ ۽ تارو ڇا لاءِ ٺهيل آهن؟

هيڊ ماستر: اسان جو ملڪ هڪ اسلامي ملڪ آهي. قومي جهنڊي ۾ چنڊ ۽ تارو، ملڪي عظمت جي علامت آهن.

نبيلا: سائين، ڀلا هر ملڪ جو قومي جهنڊو الڳ هوندو آهي يا اسان جي ملڪ جي جهنڊي جهڙو هوندو آهي؟

هيڊ ماستر: هر ملڪ جو جهنڊو مختلف هوندو آهي ۽ اُن جون علامتون ۽ نشان پڻ الڳ ٿين ٿا.

زاهد: سائين اسان قومي جهنڊي کي سَلامي ڇو پيش ڪندا آهيون؟

هيڊ ماستر: اسان قومي جهنڊي کي، ملڪي عظمت جي نشاني سمجهي سلامي ڏيندا آهيون.

ماجده: سائين، جنگين ۾ بہ جهنڊن جي اهميت هوندي آهي ڇا؟

هيڊ ماستر: ها، جنگين ۾ قومي جهنڊي جي تمام گهڻي اهميت هوندي آهي. اڳاٽي زماني ۾ جڏهن جنگيون ٿينديون هيون، تڏهن جهنڊي ڪڻڻ وارو اڳواڻ شهادت تہ قبول ڪندو هو، پر قومي جهنڊي کي هيٺ ڪِرڻ نہ ڏيندو هو. اصل ۾ قومي جهنڊو ملڪن ۽ قومن جي سڃاڻپ هوندو آهي، ان ڪري اسان کي بہ پنهنجي قومي جهنڊي جي عزت ۽ حفاظت ڪرڻ گهرجي.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اسان جي ملڪ جي قومي جهنڊي ۾ ڪهڙا ڪهڙا رنگ آهن؟

(ب) قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ ڇا جي علامت آهي؟

(ج) قومي جهنڊي ۾ اڇي رنگ جو مقصد ڇا آهي؟

(د) اسان جي قومي جهنڊي ۾ ڪهڙا نشان آهن؟

٢. جهنڊي جي اهميت تي ننڍڙو مضمون لکو:

۳. هينين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ لکو:

حفاظت - خوشحالي - عَلامت - آبادي- مختلف

۴. هينين لفظن جا جمع لکو:

| واحد | جمع |
|---|---|
| جهنڊو | |
| علامت | |
| آبادي | |
| شهادت | |
| قَطار | |

۵. هيٺ ڏنل جملن ۾ اسم عام وارن لفظن جي هينان ليڪ ڏيو:

(الف) هي پاڪستان جو قومي جهنڊو آهي.
(ب) هيءَ منهنجي پين آهي.
(ج) علي ڏنو ڪراچيءَ مان ڪتاب خريد ڪندو.
( د ) اسان جي اسڪول ۾ هڪ وڏو باغ آهي.
(هه) اسان هڪ طوطو پاليو آهي.

نوٽ! استاد اسم عام جي مثالن بابت شاگردن کي وڌيڪ سمجهائي ڏئي.

٦. هينيان جهنڊا ڏسي ملڪن جا نالا ياد ڪريو.

سبق ڏهون

سکيا جي حاصلات

* تاريخي ۽ يادگار عمارتن بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* جمع واحد ٺاهڻ.
* اسم عام ۽ اسم خاص جي چونڊ ڪرڻ.
* ننڍو مضمون لکڻ.
* لفظن جي معنيٰ سکڻ.

# شاهجهان مسجد ٺٽو

استاد موڪل وقت ٻارن کي چيو ته، سڀاڻي آچر جي ڏينهن صبح جو سوير اسڪول ۾ اچي گڏ ٿجو، ته پاڻ ٺٽي جي شاهجهان مسجد گهمڻ هلنداسين.

ٻئي ڏينهن صبح جو اٺين وڳي تائين سڀئي ٻار، اسڪول جي ميدان ۾ اچي گڏ ٿيا.

**استاد:** ٻارو، بس اچي وئي آهي، سڀئي قطار ٺاهي ان ۾ ويهو.

سڀئي ٻار جڏهن بس ۾ ويهي رهيا ته استاد به بس ۾ اچي ويٺو ۽ ڊرائيور کي شاهجهان مسجد ٺٽي ڏانهن هلڻ جو چيائين. جڏهن بس ٺٽي شهر جي ويجهو پهتي ته استاد ڊرائيور کي شاهجهان مسجد ڏانهن هلڻ جو اشارو ڪيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ بس اچي مسجد جي مکيه دروازي وٽ بيٺي.

استاد سڀني ٻارن کي قطار ٺاهي، بس مان هيٺ لهڻ لاءِ چيو.

**استاد:** سليم! تون سڀني ٻارن کي مسجد جي اندرئين پاسي ڪري ويهار ته توهان کي مسجد جي باري ۾ ڪجهه ٻُڌايان.

**استاد:** ٺٽي جي هيءَ مسجد اُن وقت جي مغل بادشاهه شاهجهان تعمير ڪرائي هئي. هِن مسجد جي اڏاوت جو ڪم ١٦٤٤ع کان شروع ٿيو ۽ ١٦٤٧ع ۾ جُڙي راس ٿي. هيءَ مسجد ڳاڙهين سِرن سان ٺهيل آهي ۽ اڏاوت جو هڪ اعليٰ نمونو آهي.

آصف: سائين، مسجد جي ڀتين تي نيري رنگ جي چٽساليءَ واريون هي سِرُون ڪٿان گهرايون ويون هيون؟

استاد: اهي ’ڪاشيءَ‘ جون سرون آهن. جيڪي اُن وقت ٺٽي جي ڪاشيگرن تيار ڪيون هيون. اڄڪلهه اهڙيون سرون نصرپور ۽ هالن ۾ به ٺهن ٿيون. هن خوبصورت مسجد کي گهڻن گنُبذن واري مسجد به چيو ويندو آهي، ڇو ته هن ۾ ۱۰۱ گنبذ آهن.هاڻي هلو ته مسجد کي اندران گهمي ڏسون. هيءَ مسجد جيتري ٻاهران خوبصورت آهي، اوتري اندران به سهڻي آهي.

سسئي: سائين، هيءَ مسجد ڪيڏي نه خوبصورت آهي! مسجد جي اندر ٿڌڪار لڳي پئي آهي. بجلي جيڪڏهن نه به هجي، ته به هوند گرمي محسوس نه ٿئي.

عابده: سائين، جڏهن مسجد ٺهي هئي، ته ان وقت بجلي ته ڪانه هوندي، پوءِ مؤذن جو آواز پري پري تائين ڪيئن ٻڌبو هوندو؟

استاد: عابده، توهان ڏاڍي ڪارائتي ڳالهه پڇي آهي. اڳي جايون جوڙيندڙ ڪاريگر، ان ڳالهه جو خاص خيال رکندا هئا ته هوا جي گذر ۽ سِج جي روشنيءَ جو بهترين انتظام هجي. هن مسجد ۾ جيڪي گنبذ رکيا ويا آهن، تن ۾ آواز پڙاڏي وانگر گونجي ٿو. اَذان جو آواز، انهن گنبذن سان ٽڪرائجي، پري پري تائين ٻُڌڻ ۾ ايندو آهي.

قاسم: سائين، هِتي ته سڄي سنڌ مان ماڻهو گهمڻ لاءِ ايندا هوندا؟

استاد: ها، پُٽ! هِتي سنڌ کان سواءِ، سڄي پاڪستان مان ماڻهو گهمڻ لاءِ ايندا آهن. ڪراچي هِتان کان ۱۰۳ ڪلو ميٽرن جي پنڌ تي اولهه طرف آهي ۽ حيدرآباد اوڀر طرف اٽڪل ۱۰۰ ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي آهي. جتي روزانو سوين گاڏيون اچ وڃ ڪن ٿيون ۽ ڪيترائي سياح هن خوبصورت مسجد کي ڏسڻ لاءِ ايندا آهن.

ٻارو، هينئر منجهند جو وقت ٿيو آهي ۽ ظهر جي اَذان به اچڻ واري آهي. اوهين سڀ وڃي وضو ڪريو. پاڻ نماز پڙهي، ماني کائي، واپس هلنداسين.

# مشق

١ . هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) استاد شاگردن کي مسجد بابت ڇا ٻڌايو؟
(ب) مسجد جي اڏاوت لاءِ ڇٽساليءَ واريون سرون ڪٿي جي ڪاشيگرن ناهيون هيون؟
(ج) شاهجهان مسجد ۾ ڪيترا گنبذ آهن؟
(د) شاهجهان مسجد ڪنهن تعمير ڪرائي؟

٢. ٻارو اوهان ٻي ڪا تاريخي جڳهه ڏٺي هجي ته ان جو احوال لکو.

٣. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ لکو:

انتظام - ظهر - تعمير - خوبصورت - ڇٽسالي.

٤. هيٺين لفظن جا جمع لکو:

| واحد | جمع |
|---|---|
| سِرَ | |
| مسجد | |
| بس | |
| دروازو | |
| شَهَرُ | |

٥. هيٺين جملن مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي، خانن ۾ لکو :

(الف) ٻارَ هِن وقت ٺٽي شهر ۾ شاهجهان مسجد وٽ بيٺا آهيون.
(ب) ٺٽي واري مسجد مغل بادشاهه شاهجهان تعمير ڪرائي هئي.
(ج) ڪاشيءَ جون سرون هالن ۽ نصرپور ۾ ٺهنديون آهن.
(د) هِتان کان ڪراچي اولهه طرف ۽ حيدرآباد اوڀر طرف آهي.

| اسم عام | |
|---|---|
| اسم خاص | |

سکيا جي حاصلات

* شهيد راشد منهاس بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* سواليہ جملا ٺاهڻ.
* لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
* مذڪر ۽ مؤنث ٺاهڻ.

سبق يارهون

# شهيد راشد منهاس

الله سائينءَ اسان کي ڪيترين ئي نعمتون عطا ڪيون آهن. انهن مان هڪ وڏي نعمت زندگي بہ آهي. پر هڪڙي نعمت اهڙي بہ آهي. جنهن تان زندگي بہ قربان ڪري ڇڏبي آهي. اها نعمت آهي ’وطن‘! وطن تي جڏهن بہ ڏکيو وقت ايندو آهي، تڏهن تن، من ۽ ڌن سڀ ان تان قربان ڪري ڇڏبو آهي. اسان جي تاريخ بہ اهڙن بهادرن جي ڪارنامن سان ڀري پئي آهي، جن سر ڏئي پنهنجي وطن جي حفاظت ڪئي.

شهيد راشد منهاس بہ هڪ اهڙو سورمو آهي، جنهن وطن تان پنهنجي جان گهوري شهادت ماڻي. انهيءَ سورهيائيءَ تي کيس پاڪستان جو سڀ کان وڏو قومي تمغو ”نشانِ حيدر“ ڏنو ويو. شهيد راشد منهاس ننڍي هوندي کان ئي بهادرن جا قصا وڏي چاهہ سان پڙهندو هو. هن کي ٽيپو سلطان جو اهو قول هميشہ ياد رهندو هو تہ: ”شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگي، گدڙ جي سؤ سالن جي زندگيءَ کان بهتر آهي!“.

شهيد راشد منهاس پنهنجي پڙهائيءَ سان گڏو گڏ هوائي جهازن جا ننڍا ماڊل پڻ گڏ ڪندو هو. جيڪڏهن ڪو کيس هوائي جهاز جو رانديڪو سوکڙيءَ طور ڏيندو هو تہ ڏاڍو خوش ٿيندو هو. ائين هن ننڍپڻ ۾ ئي هوائي جهازن بابت ڪافي ڄاڻ پرائي ورتي.

هن ۱۴ سالن جي عمر ۾ پاڪ فضائيہ ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. جنگ دوران پاڪ فضائيہ جي اڏامندڙ جهازن کي سلام ڪري چوندو هو. ”وڏو! وڏندا وڃو پنهنجي وطن جي حفاظت ڪريو.“

شهيد راشد منهاس، رسالپور ۾ فضائي فوج جي اسڪول ۾ سکيا وٺي رهيو

هو.٢٠ اگست ١٩٧١ع تي بہ هو اهڙي تربيتي اڏام لاءِ جهاز ۾ چڙهيو. هن سان گڏ تربيت ڏيندڙ آفيسر مطيع الرحمان بہ هو. جهاز اڏاڻو ۽ ڏسندي ڏسندي هزارين ميٽر مٿي اڏامڻ لڳو. ڪجهہ دير ڪان پوءِ ڪنٽرول ٽاور کي راشد منهاس جو هڪ پيغام پهتو. ان پيغام سيني کي پريشان ڪري ڇڏيو. ان پيغام ۾ هن چيو تہ مطيع الرحمان جهاز ڀارت وٺي وڃڻ ٿو گهري. هن مطيع الرحمان کي ائين ڪرڻ کان روڪيو. مطيع الرحمان سندس بالا آفيسر هو ۽ هن سندس ڳالهہ نہ مڃي.

راشد منهاس ڏٺو تہ هو جهاز کي پاڪستان ڏانهن نٿو آڻي سگهي! ساڳئي وقت هن اهو بہ ارادو ڪيو تہ جهاز کي ڪنهن بہ صورت ۾ هندستان وڃڻ نہ ڏيندو. راشد منهاس ۽ مطيع الرحمان ۾ ڇڪتاڻ ٿيندي رهي. پوءِ هن جهاز جو رخ پنهنجي سرزمين ڏانهن ڪري ڇڏيو. جهاز بولاٽيون کائيندو اچي زمين تي ڦهڪو ڪيو. ائين ٿي هن بهادر نوجوان وطن جي غدار مطيع الرحمان جي سازش کي ناڪام ڪري ڇڏيو. ساڳئي وقت هن پنهنجي وطن جي مانَ لاءِ پنهنجي زندگي بہ قربان ڪري ڇڏي.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) اها ڪهڙي نعمت آهي، جنهن تان زندگي بہ قربان ڪري ڇڏبي آهي؟
(ب) شهيد راشد منهاس کي ڪهڙو قومي تمغو ڏنو ويو؟
(ج) شهيد راشد منهاس ننڍپڻ ۾ ڪهڙا ماڊل گڏ ڪندو هو؟
(د) راشد منهاس وطن جي ڪهڙي غدار کي ناڪام بڻايو؟
(هہ) پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو فوجي اعزاز ڪهڙو آهي؟

٢. هيٺين نون لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جُملن ۾ استعمال ڪريو.

نعمت قربان عطا سورمو تمغو سڪيا

٣. چاءِ جو ضمير ڪم آڻي سواليہ جملا ٺاهيو.

مثال: ڇا تون سياڻي اسڪول ويندين؟

٤. هيٺين جا مذڪر ۽ مؤنث ٺاهيو.

| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
|---|---|---|---|
| درزي | | | ڌوبياڻي |
| هاري | | | ڊاڪٽرياڻي |

### سکيا جي حاصلات

* بيت سُر ۾ لئہ سان پڙهڻ.
* موسمن جي اهميت سمجهڻ.
* لفظن جي ذخيري ۾ واڌارو ٿيڻ.
* هم آواز لفظن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* بيهڪ جون نشانيون لڳائڻ.

## سبق ٻارهون

# بهار جي مُند (بيت)

موٽي آئي مُندَ ٿي، واهہ واهہ رُتِ بهار،
ڪِليو گُل گلاب جو، ڪِڙيا ڪنڌار،
ڀيرا ڏئي ڀَونر ڪئي، گُلن مٿان گونجار،
سڀاجهي ستارَ، والي‌ءَ وڏو وڙُ ڪيو.

آئي رُت بسنتَ جي، ٽاريون سڀ ٽلن،
موتيو، چنبيلي مُگرو، ڪِڙيو سڀ ڪِلَن،
خيرو آهہ خُوشي‌ءَ ۾، ٽانگر ٽا ٽِمڪن،
جهولن ۾ جهمڪن، گُلڙا گلستانَ ۾.

آئي رُتِ بَسنتِ جي، پکي لات لَنون،
پوپٽَ مٿان گُلن جي، رانديون رُونَديون ڪن،
جَهجهي مکين ميڙي، ماکِي مانارن،
جشن ڪيا جيتن، جان آئي مُندَ بهارَ جي.

آئي رُت بسنتَ جي، جهڳمڳ ۾ جهنگن،
پن پراڻا ڪيترا، ڇڇيو سڀ ڇڻن،
جي وڻ پاري ساڙيا، سي اڄ ساهه ڪڻن،
جهليو پُور وڻن، ڏسو ڪم ڪريم جا.

پلي رُت بَسنتِ جي، جنهن ۾ سَرهائي،
پلو ڏٺي پاڻ آهه، جو ڪري پلائي،
ڪريان تنهن قادر جي، ڪيڏي وڏائي،
سائين سدائي، ڪري مهر مِڙن تي.

پيرومل ’غريب‘

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هنن بيتن مان اوهان کي ڪهڙو بيت وڌيڪ پسند آهي؟

(ب) اوهان کي اهو بيت ڇو ٿو وڻي؟

(ج) شاعر بيتَ ۾ ڪهڙن ڪهڙن گُلن جو ذڪر ڪيو آهي؟

٢. درست جواب تي (✓) نشان لڳايو.

هن بيت ۾ شاعر ڪهڙيءَ مند جو ذڪر ڪيو آهي؟

| اونهارو | سرءُ | بهار | سيارو |
| --- | --- | --- | --- |

٣. هي بيت سُر ۽ لئه سان پڙهي ٻڌايو:

٤. ٻارو! هن بيت جي پهرين بند جي سمجهاڻي پنهنجي لفظن ۾ بيان ڪريو.

### ٥. هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ لکو:

| لفظ | هم آواز لفظ |
| --- | --- |
| بهار | ڪنڊهار |
| گونجار | |
| ٽلن | |
| ٿهڪن | |
| سرهائي | |

### ٦. هيٺين جملن ۾ بيهڪ جون نشانيون لڳايو:

(الف) وڻن ٻوٽن پکين جانورن ۽ انسانن لاءِ پاڻي تمام ضروري آهي

(ب) بهار جي مند سيني مندن کان ڀلي ۽ وڻندڙ آهي

(ج) باغَ مان گُل چو پٽين ٿو

### ٧. ياد رکو: مند کي سنڌيءَ ۾ 'موسم' ۽ 'رُتِ' به چئبو آهي.

* بهار کي سنڌيءَ ۾ بَسنت به چئبو آهي.
* هن بيت جي آخري بند ۾ شاعر 'سدائي' لفظ ڪم آندو آهي جنهن جي معنيٰ آهي 'سدائين'

### ٨. نظم جو هيٺيون بند مڪمل ڪريو:

ڀلي رُت ............... جي، جنهن ۾ سَرهائي،

ڀلو ڏٺي پاڻ آهه، جو ...................... ڀلائي،

ڪريان تنهن ............ جي، ڪيڏي وڏائي،

سائين سدائي، ڪري ................ مِڙن تي.

سبق تيرهون

# ڪمپيوٽر جي آتم ڪهاڻي

**سکيا جي حاصلات**

* ڪمپيوٽر بابت بنيادي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* ڪمپيوٽر وسيلي سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* آتم ڪهاڻيءَ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۽ لکڻ.
* لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻڻ.

ٻارو، منهنجو نالو ’ڪمپيوٽر‘ آهي. مون کي اڳي ڳڻپ ڪندڙ مشين به سڏيو ويندو هو، جو نه منهنجي ايجاد ١٦٤٢ع ۾ فرانس جي هڪ رياضيدان ’بِليز پاسڪَل‘ ڪئي هئي. مون کي هاڻوڪي شڪل ۾ آڻيندڙ هڪ انگريز رياضيدان ’چارلس بابيج‘ آهي.

مون کي ويهين صديءَ جي سڀ کان وڏي ۽ حيرت ۾ وجهندڙ ايجاد چيو وڃي ٿو. منهنجو استعمال هر هنڌ ڪيو وڃي ٿو. هڪ ننڍڙي ڪتابن جي دڪان کان وٺي خلا ۾ ويندڙ جهازن تائين مون کان مدد ورتي وڃي ٿي.

منهنجي ڪم ڪرڻ جا مکيه اصولَ ’اِن پُٽ‘ (In Put) ۽ ’آئوٽ پُٽ‘ (Out Put) آهن. اِن پُٽ (In Put) مان مراد مون کي مهيا ڪيل معلومات آهي. مُون کي ڏنل هدايتن موجب جواب حاصل ڪرڻ کي آئوٽ پُٽ (Out Put) چيو وڃي ٿو. منهنجو جسم ٽن مُکيه حصن ۾ ورهايل آهي. ١. اِن پُٽ (In Put) ٢. پراسِيس (Process) ٣. آئوٽ پُٽ (Out Put).

آءٌ گهربل معلومات کي آئوٽ پُٽ جي اوزارن وسيلي اِسڪرِين تي يا پرنٽر جي ڪاغذ تي آڻيندو آهيان. منهنجي هلائيندڙ کي ’ڪمپيوٽر آپريٽر‘ سڏيو ويندو آهي.

منهنجا مکيه ٽي قسم آهن. (١) مين فريم (Main Frame) (٢). مِني فريم (Mini-Frame) ۽ ٣. مائيڪرو ڪمپيوٽرس (Micro Computers). پهرئين قسم جا ڪمپيوٽر وڏن ادارن ۾ ڪم ايندا آهن. مائيڪِرو ڪمپيوٽر ننڍي سائيز جو

ڪمپيوٽر آهي، جيڪو گهرن ۽ آفيسن ۾ استعمال ٿيندو آهي. جنهن کي پي سي (Personal Computer) چئبو آهي.

ٻارو، اوهان کي اِهو ٻُڌي خوشي ٿيندي تہ مون ۾ انگريزي، عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ ٻيون ٻوليون موجود آهن. ڪمپيوٽر آپريٽر انهن ٻولين ۾ ڪمپوزنگ ڪري سگهندو آهي. اڄڪلهہ سنڌي ٻوليءَ جي سهڻن اکرن تي ٻڌل ڪيترائي ’فونٽ‘ (Font) يا نمونا، مون ۾ داخل ڪيا ويا آهن.

جن وسيلي سنڌي ٻوليءَ ۾ مواد جي ڪمپوزنگ ڪرڻ اِي-ميل ڪرڻ ۽ ويب سائيٽ ناهڻ جا ڪم ڪري سگهجن ٿا.

ويهين صديءَ جي شروعات ۾ ڪمپيوٽر ۾ انگريزيءَ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ’ڪي بورڊ‘ ترتيب ڏنو ويو آهي، جنهن جي وسيلي مون ۾ سنڌي ’اِنسٽال‘ ڪري ’انٽرنيٽ‘ ۽ ’ويب‘ تي سنڌيءَ ۾ مواد لکي ۽ موڪلي سگهجي ٿو. ان کان سواءِ سنڌي ڪتابن کي انٽرنيٽ تي بہ رکيو ويندو آهي.

هاڻ مون ۾ وِنڊوز جو سِتاءُ ساڄي پاسي کان موجود آهي. ان کان سواءِ انگ ۽ اکر، ڏينهن جا نالا توڙي سڄو ڪئلينڊر سنڌيءَ ۾ لاڳو ٿي ويو آهي.

ٻارو، آخر ۾ اوهان کي اِها بہ خوشخبري ٻڌائيندو هلان تہ، مختلف ويب سائيٽن تي هاڻي قرآن شريف جو سنڌي ترجمو، ’شاهہ جو رسالو‘ معنيٰ سان، سنڌي لغت، سنڌي درسي ڪتاب، سنڌي رسالا ۽ اخبارون پڙهي سگهجن ٿيون . توهان جي هٿن ۾ جيڪو ڪتاب آهي، اهو بہ منهنجي مدد سان ئي تيار ڪيو ويو آهي.

چڱو ٻارو! هاڻِ موڪلائي ناهي، اميد تہ اوهان مون کان گهڻو لاڀ حاصل ڪندا.

اُستاد لاءِ هدايت: استاد کي گهرجي تہ سبق ۾ ڪمپيوٽر بابت ڪم آيل نون لفظن جي ٻارن کي تصويرن ذريعي سمجهائي ڏئي.

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ڪمپيوٽر جي ايجاد ڪڏهن ۽ ڪنهن ڪئي؟

(ب) ڪمپيوٽر ڪهڙن مکيہ اُصولن وسيلي ڪم ڪري ٿو؟

(ج) ڪمپيوٽر جا مکيہ ڪيترا قسم ٿين ٿا؟

(د) سنڌي ٻوليءَ جي ترقي لاءِ ڪمپيوٽر وسيلي ڪهڙيون ڪوششون ورتيون ويون آهن؟

۲. ڪمپيوٽر جي حصن جون تصويرون ڏسي نالا لکو.

۳. هيٺين نون لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جُملن ۾ استعمال ڪريو.

جوڙجڪ - حيرت - معلومات - ترقي يافتہ

۴. ٻارو! پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي ٻڌايو.

۵. هيٺيان خال ڀريو.

(الف) ڪمپيوٽر ڪي ..................... مشين جي نالي سان بہ سڏيو ويندو هو.

(ب) ويهين صديءَ جي سڀ کان وڏي ايجاد ..................... آهي.

(ج) ڪمپيوٽر جي ڪم ڪرڻ جا مکيہ اصول ............. ۽ ............... آهن.

(د) منهنجا مکيہ ....................... قِسم آهن.

۶. ياد رکو تہ آتم ڪهاڻي، ’پنهنجي ڪهاڻي‘ کي چئبو آهي.

سبق چوڏهون

# بيمارين کان بچاءَ جا اُپاءَ

سکيا جي حاصلات

* صحت بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* سماجي مسئلن بابت رپورٽ لکڻ.
* جمع کي واحد ۽ واحد کي جمع ۾ تبديل ڪرڻ.

حڪومت جي صحت کاتي، ننَدين ٻارڙن کي خطرناڪ بيمارين کان بچائڻ لاءِ سَرڪارِي اسپتالن ۾ حِفاظَتِي ٽُڪن هڻڻ جا مَرڪز قائم ڪيا آهن، اتي ٻارن کي پيدائش کان وٺي پنجن سالن جي عُمر تائين اُهي ٽُڪا مُفت ۾ لڳايا ويندا آهن. اسپتالن ۾ پوليو جي خطرناڪ بيماريءَ کان بچڻ لاءِ به خاص اُپاءَ ورتا ويا آهن. صحت کاتي پاران مقرر ڪيل عَملو گهر گهر، توڙي اسڪولن ۾ وڃي ٻارن کي پوليو کان بچاءَ جا ڦُڙا پيارينده آهي ته جيئن مُستقبل ۾هن بيماريءَ تي مڪمل ضابطو اچي سگهي.

تازي رِپورٽ موجب ڪيترن ڳوٺن ۾ ٻارَن کي پوليو ٿيڻ جي اطلاع ملڻ تي صحت کاتي ڊاڪٽرن جي امدادي ٽيم، اُتي موڪلي. ڊاڪٽرن ٻارن کي مختلف بيمارين جهڙوڪ ٽي بي، وڏي کَنگهه، ڳلي جي بيماري، اُرڙي، نَمونيا، مُدي جي بُخار ۽ سائيءَ جي بيماري کان بچاءَ جا ٽُڪا لڳايا. ان سان گڏوگڏ پوليو جا ڦُڙا پڻ پِياريا.

ڊاڪٽرن، ڳوٺن جي ماڻهن کي صحت جي حفاظت جا اُصول بہ ٻڌايا ۽ صحت ۽ تندرستيءَ کي قائم رکڻ لاءِ صفائيءَ بابت بہ ڄاڻ ڏني. ڊاڪٽر ڳوناڻن کي ٻڌايو تہ گندي پاڻيءَ کي گهرن ۽ گهٽين ۾ بيهڻ نہ ڏجي، پر اُن جي نيڪال جو جوڳو بندوبست ڪجي. مَکيوُن ۽ مَڇَرَ ڪِني پاڻيءَ تي ئي وڌن ٿا ۽ بيمارين جو ڪارڻ بڻجن ٿا. ڪاڌو صاف سُٿرو ۽ تازو کائڻ گهرجي، پاڙُوٺو ڪاڌو کائڻ نہ گهرجي. ڪاڌي کائڻ کان اڳ چڱيءَ ريت هٿ ڌوئجن. ٻارن جي حفاظتي ٽُڪن جو ڪورس وقت سِر مڪمل ڪرائڻ گهرجي.

ڊاڪٽرن جي ڏنل هدايتن تي ڳوناڻن، امدادي ٽِيم جا ٿورا مڃيا ۽ صحت جي اُصولن تي هلڻ جي مُڪمل خاطري ڪرائي.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ٻارن کي کهڙي بيماريءَ کان بچڻ جا ڦڙا پيياريا ويندا آهن؟

(ب) ٻارن کي ڪهڙين ڪهڙين بيمارين جا ٽُڪا لڳايا ويا؟

(ج) مکين ۽ مڇرن کان ڪهڙيءَ ريت بچاءُ ڪري سگهجي ٿو؟

(د) ڊاڪٽرن ڳوٺ جي ماڻهن کي صحت جا ڪهڙا اصول ٻڌايا؟

٢. پنهنجي ڳوٺ جي صفائيءَ جي باري ۾ اخبار لاءِ رپورٽ لکي ڏيکاريو.

٣. هيٺين لفظن کي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:

حفاظتي - اُپاءَ - عَملو - اُصول - پيدائش

٤. هيٺين لفظن جا جمع ڏاهيو:

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| ٽُڪو | | حڪومت | |
| بيماري | | ڪاڌو | |

٥. ياد رکو تہ تندرستي هزار نعمت آهي.

اُستاد لاءِ هدايت: اُستاد ٻارن کي اخباري رپورٽ لکڻ سيکاري.

سبق پندرهون

# شيخ سعديءَ جون ڏاهپ پريون ڳالهيون

**سکيا جي حاصلات**

* شيخ سعدي جي ڏاهپ پرين ڳالهين کان واقف ٿيڻ.
* شيخ سعديءَ جي نصيحت پنهنجي لفظن ۾ لکڻ.
* جملن ۾ صفت جو استعمال سمجهڻ.

شيخ سعديءَ جو اصل نالو شرف الدين هو. هن اُن زماني جي بادشاهہ سعد بن زنگيءَ کان متاثر ٿي پنهنجو تخلص ’سعدي‘ رکيو. شيخ سعديؒ ايران جي شهر شيراز جو رهاڪو هو. سندس گهراڻو ديندار هو.

شيخ سعدي ١٣٣٣ع ۾ ڄائو ۽ ١٤٣٥ع ۾ گذاري ويو. شيخ سعدي علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٽيهہ سال سير ۽ سفر ۾ گذاريا. هن جا ٻہ ڪتاب: گلستان ۽ بوستان مشهور آهن، جن ۾ اخلاقي نصيحتون موجود آهن. انهن مان ڪجهہ نصيحت پريون ڪهاڻيون هيٺ ڏجن ٿيون.

## سُهڻي سلوڪَ جو بدلو

ڳالهہ ڪندا آهن تہ، هڪڙي امير شخص هڪ ڏينهن ڪنهن يَتيم ٻارَ جي پير مان ڪَنڊو ڪڍيو. جڏهن اُهو شخص مَري ويو تہ ڪنهن ماڻهوءَ ڪيس خواب ۾ ڏٺو تہ هُو باغن ۾ گهُمي ڦري رهيو آهي ۽ ڏاڍو خوش نظر اچي پيو. خواب دوران اُن شخص، امير ماڻهوءَ کان پڇيو تہ:

”اي امير شخص، ان جو راز ڪهڙو آهي؟ اوهين باغن ۾ گهُمو پيا ۽ ڏاڍا خوش پيا نظر اچو.

امير شخص وراڻيو تہ:

” ادا! ڳالهہ اِها آهي تہ مون هڪ ڏهاڙي ڪنهن يتيم ٻارَ جي پيرَ مان ڪنڊو ڪڍيو هو. منهنجو اِهو ڪم الله سائينءَ کي ايڏو تہ پسند آيو، جو هن منهنجي هِن ننڍڙي نيڪيءَ جي بدلي مون کي جنّت عطا ڪئي، جتي جي باغن ۾ آءٌ گهمان پيو.“

## ڪِفايت شعاري

هڪ ڪنجوس ماڻهو جڏهن مري ويو تہ اُن جو وارث سندس پُٽ ٿيو. اهو ڇوڪرو ڏاڍو سخي ثابت ٿيو پنهنجو مال ملڪيت خدا جي راهہ ۾ خرچ ڪرڻ لڳو. هر وقت سندس گهر ۾ مهمان ڏسڻ ۾ ايندا هئا. هن پنهنجن پَراون سڀني کي خوش ڪري ڇڏيو. هڪ ڏاهي شخص کيس نصيحت ڪئي تہ، الله جي راهہ ۾ پلي خرچ ڪجي، پر فضول خرچي نہ ڪجي. ڪفايت سان خرچ ڪري، ڏکئي وقت لاءِ ڪجهہ بچائي رکجي.

## آزادي، غُلاميءَ کان بهتر آهي

ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪڙا بہ ڀائر هوندا هئا. انهن مان هڪڙو ڀاءُ بادشاهہ جو خدمتگار هو ۽ ٻيو محنت مزدوري ڪندو هو.

هڪڙي ڏينهن بادشاهہ جي خدمت ڪندڙ ڀاءُ، مزدوري ڪندڙ ڀاءُ کي چيو تہ، ”ادا! ڇو نہ تون بہ مون وانگر بادشاهہ وٽ نوڪري ڪرين. اهڙيءَ ريت محنت کان جان ڇُٽي پوندئي ۽ سکيو ستابو بہ گذاريندين.“ ان تي مزدور ڀاءَ جواب ڏنس تہ: دانائن جو قول آهي تہ چيلهہ ۾ سونو پٽو ٻڌي، بادشاهہ اڳيان غُلامن وانگر هٿ ٻڌي بيهڻ کان بهتر آهي تہ ماڻهو رُکي سُکي کائي، پر آزاد رهي، ڇو تہ ’آزادي غلاميءَ کان بهتر آهي‘.

## ٿوري ۾ راضي رهڻ

ڳالهہ ڪن ٿا تہ، هڪ بادشاهہ هو سندس مرڻ کان پوءِ ڪوبہ والي وارِث ڪونہ هو، جيڪو بادشاهي سنڀالي. ان ڪري هن مايُوس ٿي وصيت ڪئي تہ منهنجي مرڻ کان پوءِ جيڪو شخص سڀ کان پهرين شهر جي دروازي مان داخل ٿئي، ان جي مٿي تي بادشاهي تاجُ رکيو وڃي ۽ هيءُ ملڪ سندس حوالي ڪيو وڃي.

اتفاق سان بادشاهہ جي مرڻ کان پوءِ جيڪو پهريون شخص دروازي مان

داخل ٿيو، اُهو هڪ فقير هو، جنهن کي چتين لڳل ڪپڙا پاتل هئا. بادشاهہ جي وصيت موجب ملڪ سندس حوالي ڪيو ويو ۽ سمورو شاهي خزانو بہ ڪيس مليو ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ اميرن سندس حڪم مڃڻ ڪان انڪار ڪيو ۽ حڪومت ڪمزور ٿيڻ لڳي. اها حالت ڏسي فقير بادشاهہ پريشان ٿيڻ لڳو. ان وچ ۾ هڪ دوست ساڻس ملڻ آيو. فقير کي بادشاهہ جي صورت ۾ ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڪيس مبارڪون ڏنائين. فقير دوست کي چيو: ”مون کي مُبارڪون نہ ڏي، پر افسوس ڪر، ان لاءِ جو جڏهن، هن کان اڳ تو مون کي ڏٺو هو تہ مون کي فقط مانيءَ جو فڪر هوندو هو، پر هاڻي جڏهن مون کي بادشاهہ جي صورت ۾ ڏٺو اٿئي تہ مون کي پنهنجي پوري ملڪ جو فڪر آهي.“

## تڪبر جو انجام

هڪ ڀيري ڪو غريب شخص، پنهنجي غربت کان تنگ ٿي، ڪنهن امير شخص وٽ پهتو. هن ڪيس پنهنجو حال ٻڌائي، ڪانئس مدد گهري. امير شخص هو تہ شاهوڪار پر دل جو غريب هو. ان ڪري هن غريب کي ڌِڪا ڏياري، ڪڍي ڇڏيو.

الله سائينءَ کي ان اميرَ جي اها حرڪت پسند نہ آئي ۽ ڪيس جلد ئي دولت کان محروم ڪري ڇڏيائين. نوڪر چاڪر ڪيس ڇڏي هليا ويا. انهن مان هڪ خادم ڪنهن ٻئي امير شخص وٽ وڃي نوڪر بينو.

هڪ ڏينهن اُهو خادم پنهنجي مالڪ کي ماني کارائي رهيو هو، تہ ڪنهن فقير اچي دروازي تي صَدا هنئي. اُهو امير شخص هڪ خدا ترس انسان هو. جنهن پنهنجي خادم کي چيو تہ هُو سواليءَ لاءِ ماني کڻي وڃي. خادم جڏهن ڪيس ماني کارائي موٽيو تہ روئندو آيو. مالڪ ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيو. هن وراڻيو تہ:

”منهنجا سائين! جيڪو فقير ڪشتو کڻي پني رهيو هو، سو ڪنهن وقت وڏو دولتمند هو ۽ آءٌ وَٽس نوڪر هوس. ڪيس هن حال ۾ ڏسي مون کي تمام گهڻو ڏک پهتو.

مالڪ خادم کي چيو تہ :

” تو پنهنجي اڳئين مالڪ کي تہ هڪدم سڃاڻي ورتو، پر ٻڌاءِ تہ مون کي چو

ڪونہ سجاتئي؟” مون ڏانهن نِهار ۽ سجاڻڻ جي ڪوشش ڪر. آءٌ اُهو ئي سوالي آهيان، جيڪو هڪ ڏينهن تنهنجي مالڪ وٽ خيرات لاءِ آيو هُئس. هن مون کي ڌِڪا ڏئي پنهنجي در تان ڌڪاري ڇڏيو هو. اڄ تو جنهن حال ۾ ڪيس ڏٺو ، اهو سندس انهن بدعملن جو نتيجو آهي.

## مشق

### ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) امير شخص يتيم ٻار جي ڪهڙيءَ ريت مدد ڪئي؟

(ب) امير شخص کي يتيم ٻار جي پير مان ڪنڊي ڪڍڻ جو ڪهڙو بدلو مليو؟

(ج) جنهن شخص جي هٿ ۾ ڪشتو هو، اُهو پهريان ڇا هو؟

(د) فقير پنهنجي دوست کي ڇا چيو؟

### ٢. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

تخلص - وارث - ڪفايت - قول

### ٣. شيخ سعديءَ جي ڪابہ هڪ نصيحت پنهنجن لفظن ۾ لکي ڏيکاريو.

### ۴. هيٺ ڏنل لفظ الف- ب - جي ترتيب سان لکو.

بادشاهہ - فقير - اتفاق - غربت - مدد - خادم - تڪبر

### ۵. هيٺين جملن کي ڌيان سان پڙهو:

✦ انب مٺو آهي ✦ مرچ ڪَڙو آهي ✦ مائي جو ذرو تہ ڏي.

✦ هي ٽَري ڊِگهو آهي ✦ اٺ ڊِگهو جانور آهي

### ليڪ ڏنل لفظ، گڻ، اوگڻ، قسم، قد ۽ مقدار ظاهر ڪن ٿا.

ٻارو: جيڪي لفظ اسم جو گڻ،اوگڻ، قسم، قد ۽ مقدار ڏيکارين، تن کي صفت چئبو آهي.

### سکيا جي حاصلات

* تندرستيءَ جي اهميت سمجهڻ.
* بيت سُر ۽ لئه سان پڙهڻ.
* لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻڻ.
* سٺيون عادتون پرائڻ.
* ضمير جو سادو استعمال ڪرڻ.

## سبق سورهون

# تندرستي (بيت)

آهي تندرستي، نعمت هڪ عجيب،
جهڙي شاهوڪار لئه تهڙي ڪاڻ غريب.

مال خزانا ڪيترا، ڪنهن وٽ لک هجن،
هيرا موتي اَڻ مَيا، وَتس پيا رُلن،
پر جي هوندو ڪينَ ڪي، سَگهو تَنهن جو تَن،
تہ وٽندو ڪينَ تنهن ڪي، اُهو سارو ڏَن.

آهي تندرستي، دولت سچي سا،
جيءُ خوش جهان خوش، اِئين چون ٿا،
اهڙي اَملهہ شيءِ جي، ڳَٽتي جُڳائي،
چِڏڻ گهرجي ڪينَ ڪِي، تنهن ڪي قِٽائي.

گندين عادتن ڪان، پاسو نِتِ ڪجي،
صفائيءَ تي هر طرح، سدا ڌيان ڏجي.

محمد صديق مسافر

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻيو آهي؟

(ب) جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻيو آهي، اُهو ڇو وڻيو؟

۲. هِي بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سرُ سان پڙهو.

۳. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

تندرستي - ڪاڻ - تَن - ڏَن - وٽس

۴. هيٺ ڏنل سٽون مڪمل ڪريو:

* گندين عادتن کان، ________________،

________________، سدا ڏيان ڏجي.

۵. هيٺ ڏنل لفظن سان جملا مڪمل ڪريو.

آءٌ - اسين - اسان - مون

* ______ شهر ويو هوس.

* ______ ڪتاب پڙهون ٿا.

* ______ نوان ڪپڙا ورتا.

* ______ صوف کاڌو.

سکيا جي حاصلات

* قومي جذبي جي اهميت کي سمجهڻ.
* لفظن جا ضد ڳولهڻ.
* مناسب لفظ جملن ۾ ڪم آڻڻ.
* جملا درست ڪري لکڻ.
* بچت جي اهميت کي سمجهڻ.
* حرف جر جو سادو استعمال ڪرڻ.

سبق سترهون

# قومي جذبو

جنهن ملڪ جي ماڻهن ۾ قومي جذبو ۽ حب الوطني هوندي آهي، اُنهن جي وطن ڏانهن، دشمن کي اک کڻي نهارڻ جي همت بہ نہ ٿيندي آهي. اهڙا مثال دنيا جي آزاد قومن ۾ گهڻي انداز ۾ ملن ٿا. اسان جي قوم بہ ١٩٦٥ع جي جنگ ۾ قومي جذبي جو اهڙو مثال قائم ڪري ڏيکاريو.

اسان جي پاڙيسري ملڪ ڀارت، ٦ سيپٽمبر ١٩٦٥ع تي، بنا ڪنهن اطلاع جي رات جي اونداهيءَ ۾ اسان جي پياري ملڪ تي حملو ڪري ڏنو. ڀارت جو خيال هو تہ، هُو ٿورن ئي ڪلاڪن ۾ لاهور فتح ڪري وٺندو، پر اسان جي جانباز فوجين ۽ بهادر شهرين، فولادي ديوار بڻجي، دشمن کي مُنهن ڏنو ۽ ان کان پوءِ ڀرپور حملو ڪري کين پوئتي هٽڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

ڀارتي فوج، ١٢ سيپٽمبر تي سيالڪوٽ تي سڀ کان وڏو حملو ڪيو. اُن حملي ۾ ڀارت جون ٽئنڪون رُڪ جي ديوار بڻجي، پاڪستان جي سرزمين ڏانهن وڌنديون آيون. هن زبردست حملي کي مُنهن ڏيڻ لاءِ اسان جي دلير جوانن سِر جو سانگو لاهي، ڪجهہ ٽئنڪون تيزيءَ سان هلائي، ڀارت جي ٽئنڪن سان ٽڪرائي، اُن کي چڙوِڇڙ ڪري ڇڏيو.

ساڳئي محاذ تي، ١۴ سيپٽمبر تي، دشمن جو حملو انتهائي سخت ٿي چڪو هو، حملي ڪندڙ فوج جو تعداد تمام گهڻو هو. هنن وٽ

ٽئنڪون ۽ بڪتربند گاڏيون پڻ هيون. اُن هوندي بہ، حملي آورن پاڪستاني بهادر سپاهين جي هٿان سخت شڪست کاڌي.

اسان جي بَري فوج سان گڏ هوائي فوج بہ پارت تي وڏي چستيءَ ۽ ڦُڙتيءَ سان بمباري ڪئي، انهيءَ ڪري پارتي فوج هار کائي پوئتي هٽي وئي. انهيءَ جنگ ۾ پاڪستان جي بحري فوج بہ پنهنجو پاڻ ملهايو ۽ پارت جي دوارڪا بندر تي بم وسائي، اُن کي تباهہ ڪري ڇڏيو.

١٩٦٥ع واري جنگ ۾، فوج کان سواءِ عام ماڻهن ۽ سول ملازمن بہ قومي جذبي جو بي مثال اظهار ڪيو. هرهڪ پنهنجي ڪم کي انتهائي ايمانداريءَ سان پورو ڪيو. ڪيترائي ماڻهو مجاهد بڻجي محاذن تي جنگ لڙڻ لاءِ فوجين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي وڃي بيٺا.

پاڪستاني عوام اُن ڏکئي وقت ۾ حڪومت جي دل کولي مالي مدد پڻ ڪئي. شاهوڪار ماڻهن تہ تمام گهڻو پئسو ڏنو، پر غريب ۽ پورهيت ماڻهن بہ، پنهنجي ڪجهہ ڏينهن جي ڪمائي ۽ بچت قومي حفاظتي فند ۾ جمع ڪرائي. اهڙيءَ طرح اسڪولي ٻارن بہ پنهنجي حال سارو ڪجهہ نہ ڪجهہ چندي ۾ ڏنو.

اسان کي گهرجي تہ پنهنجي ڪمائيءَ مان ٿورو ڪجهہ بچائي رکون تہ جيئن ڏکئي وقت ۾ ملڪ ۽ قوم جي مدد ڪري سگهون. ڇاڪاڻ تہ پئسو يا دولت اهڙي شيءِ آهي، جيڪا انسان کي هر وقت ڪم اچي سگهي ٿي. انهن ڳالهين تي عمل ڪري اسان ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪري سگهون ٿا.

اسان سڀني کي گڏجي پنهنجي پياري وطن جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ حصو وٺڻ گهرجي تہ جيئن ملڪ جو مانُ مٿانهون ٿئي.

# مشق

## ١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ١٩٦٥ع واريءَ جنگ ۾ اسان جي ملڪ تي ڪنهن حملو ڪيو؟
( ب ) پاڪستان جي فوج ١٩٦٥ع واريءَ جنگ ۾ ڪهڙي بهادري ڏيکاري؟
( ج ) پاڪستان جي عوام اُن وقت حڪومت جي ڪهڙي مدد ڪئي؟
( د ) پاڪستان جي بحري فوج، ڀارت جي ڪهڙي بندر تي حملو ڪيو؟
( هه ) بچت ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟

## ٢. هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| گهٽتو | | آزاد | |
| غريب | | جنگ | |
| دشمن | | ڪامياب | |

## ٣. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

حب الوطني - اطلاع - همت - فولادي - محاذ

## ٤. هيٺ ڏنل جملا درست ڪري لکو:

- مون ڪتاب ڦاڙي آهي.
- ڇوڪري ڊوڙي ٿو.
- گلاس ڀڃي پئي.

## ٥. هيٺ ڏنل لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:

جا - جو - جي

مثال طور: اسان جا گهر سُهڻا آهن.

- اڪبر............... ڪتابُ ڪٽي ذي.
- اوهان .............. گهر ۾ ڪمپيوٽر آهي؟
- اِهي اسان ............. ڪتاب آهن.

ياد رکو ته: سياڻن چيو آهي ته، ”اهو ڪِي ڪجي جو مينهن وسندي ڪم اچي“.

سبق ارڙهون

# وَڏي ٻوڏ

**سکيا جي حاصلات**

* ٻوڏن ۽ قدرتي آفتن جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* ڏکئي وقت ۾ متاثرن جي مدد ڪرڻ.
* نوان لفظ سکڻ ۽ جملن ۾ ڪم آڻڻ.
* لفظن جا ضد ڄاڻڻ.
* هاڪاري ۽ ناڪاري جملن ۾ فرق سمجهڻ.

٢٠١٠ع ۾، سِنڌ ۾ وڏي ٻوڏ آئي. سِنڌو درياهه تي گُڊو بئراج وٽ تعمير ٿيل ٽوڙيءَ وارو بَندُ، درياهه جي پاڻيءَ جو دٻاءُ نه سهي ٽُٽِي پيو. بَند ٽُٽڻ جي ڪري درياهه جو پاڻي اُٿلي پيو ۽ ڏِسندي ڏِسندي وڏي ٻوڏ جي صورت اختيار ڪري ويو، جنهن وڏي تباهي آندي.

ٻوڏ دوران حڪومت انساني حياتين کي بچائڻ لاءِ ڪيتريون ڪوششون ورتيون. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڪيتريون ئي امدادي ٽيمون اُماڻيون ويون، جن لکين انساني جانيون بچائي ڪين محفوظ ماڳن تي پهچايو.

هن ٻوڏ دوران نئشنل ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي جي ڪارڪنن سان گڏ ملڪ جي بَرِي، بَحري ۽ هَوائِي فوج جا جوان به شامل هئا. ماڻهن کي محفوظ هنڌن تي پهچائڻ لاءِ ٻيڙين ۽ هيلڪاپٽرن جو استعمال به ڪيو ويو.

سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسيئيشن ۽ ان کان سواءِ هلال احمر، ٻين سماجي ڀلائيءَ جي رضاڪارن، عوامي نمائندن ۽ سَرنڌِيءَ وارن ماڻهن پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو. ٻوڏ متاثر ماڻهن کي بچائيندي ڪيترا ڪارڪن

زخمي بہ ٿي پيا، پر پنهنجو قومي فرض نيائيندي تاريخ جو حصو بڻجي ويا.

هِن ٻوڏ دوران سنڌ جو اهڙو ڪو ماڻهو نہ هو، جنهن ٻوڏ سَتايلن جي مَدد نہ ڪئي هجي. ٻوڏ جي متاثر ماڻهن کي کاڌ خوراڪ ۽ مالي مدد پڻ ڏني ويئي. ان ڪانسواءِ کين گهر بہ اڏائي ڏنا ويا تہ جيئن هو ٻيهر پنهنجن اباڻن اجهن ۾ وڃي آباد ٿين.

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ ڪڏهن آئي؟

(ب) اها ٻوڏ ڪهڙو بند ٽٽڻ سبب آئي؟

(ج) ٽوڙيءَ وارو بند ڪٿي آهي؟

(د) ٻوڏ دوران ڪهڙن ادارن فلاحي ڪمن ۾ حصو ورتو؟

(هہ) ٻوڏ ستايل ماڻهن جي ڪهڙيءَ ريت مدد ڪئي وئي؟

۲. سنڌ ۾ آيل وڏي ٻوڏ دوران مختلف ادارن جي ڪيل خدمتن جو مختصر احوال لکو.

۳. هيٺ ڏنل نون لفظن جي معنيٰ لکي، پنهنجن جملن ۾ ڪتب آڻيو:

بَندُ - مُتاثر- رضاڪار - فلاحي - ڪارڪن

۴. هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| حياتي | | جديد | |
| خانگي | | گڏ | |

۵. هاڪاري جملن کي ناڪاري جملن ۾ تبديل ڪيو:

جيئن : آءٌ اڄ اسڪول ويندس : آءٌ اڄ اسڪول نہ ويندس.

- هي منهنجو دوست آهي ------------------
- اسين راڻي باغ گهمڻ وڃون ٿا ----------------
- هوءَ بئنڪ ڏانهن ويئي ------------------

ياد رکو: ٻوڏن، برساتن، طوفانن ۽ زلزلن ۾ متاثر ماڻهن جي مدد ڪرڻ اسان سڀني جو اخلاقي فرض آهي.

استاد لاءِ هدايت: استاد ٻارن کي قدرتي آفتن کان بچاءَ بابت آگاهي ڏئي.

سبق اوڻيهون

# مُندائتا مِينهَن (بيت)

**سکيا جي حاصلات**

* بيت سُر ۽ لئه سان پڙهڻ
* سارنگ / وسڪاري جي اهميت کان واقف ٿيڻ
* حرف ندا جو سادو استعمال سکڻ.
* هم آواز لفظن جو استعمال ڪرڻ.

سارَنگ سارَ لَهِيج، اَللهُ لَڳ اُجين جِي،
پاڻِي پُوجَ پَٽَن تي، اَرزان اَنُ ڪَرِيج،
وطن وسائيج، تہ سَنگهارن سُک ٿئي.

* * * *

اَڄُ پڻ اُتر پار ڏي، ڪَڪريون ڪارِيون،
وَسي ٿو وَڏ ڦڙو، ٿَهَڪَنِ ٿيون ٿارِيون،
لَٿِنِ لُکَ 'لطيف' چئي، ڏِيُون تاساريون،
پِڄنديون پَٽاريون، وري وَٿاڻين آئيون.

* * * *

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪَڪَرَ ڪيائين،
مُندائتي مِينهَن جي، رُت نہ روڪيائين،
پَلَرُ پَلٽيائِين، سانگيُن گهٽا سُک ٿيا.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيؒ

# مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) هن بيت مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي؟

(ب) جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اُهو ڇو ٿو وڻي؟

(ج) هن بيت ۾ شاعر ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي؟

٢. هي بيت سُر ۽ لئه سان پڙهي ٻڌايو:

٣. هن بيت ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جن قدرتي نظارن جو ذڪر ڪيو آهي، انهن کي پنهنجن لفظن ۾ لکي ڏيکاريو.

۴. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ لکو:

سارنگ - سار - ارزان - سنگهار - تاساريون - ڏايون

۵. هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ لکو:

* لهِيج ......................................
* تاريون ......................................
* پار ......................................

٦. هيٺ ڏنل نون لفظن مان ڪي به پنج جملا ٺاهيو:

✦ واهه واهه ✦ افسوس

✦ بلي بلي ✦ شاباس ✦ او

(١) واهه واهه ! تو ته نوان ڪپڙا پاتا آهن.

(٢) افسوس ! ..........................................

(٣) بلي بلي ! ..........................................

(۴) شاباس ! ..........................................

(۵) او ! ..........................................

سبق ويهون

## ماحول جي صفائي

**سکيا جي حاصلات**

* ماحول کي صاف رکڻ جي اهميت سمجهڻ.
* ماحول جي اهميت بابت مختصر مضمون لکڻ.
* ماحول بابت پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ.

اڄ استاد ڪلاس ۾، ٻارن کي ماحول جي صفائيءَ بابت ڄاڻ ڏيندي ٻڌايو ته، ڌرتيءَ جي سُونهن ساهه وارن سان آهي. اهي لکين سالن کان ڌرتيءَ جي قدرتي ماحول کي برقرار رکيو اچن. هُن ٻارن کي وڌيڪ سمجهائيندي ٻڌايو ته، ماحول جي تبديليءَ جي ڪري جاندار ڪيترن ئي مرحلن مان گذريا آهن. انساني سلامتيءَ لاءِ ماحول کي صاف سٿرو رکڻ ضروري آهي. جيڪڏهن ماحول صاف سٿرو نه هوندو ته انساني زندگيءَ کي نُقصان رَسَندو ۽ ڪيترين ئي بيمارين جنم وٺنديون.

استاد اهو به ٻڌايو ته، اسان جي ماحول ۾ گدلاڻ جو مُکيه ڪارڻ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ گئس جو وڌڻ آهي. اڄڪلهه دنيا ۾ انجڻ وارين گاڏين جو واهپو وڌي ويو آهي. جيڪي پيٽرول، ڊيزل ۽ گئس تي هلنديون آهن. انهن

مان نڪرندڙ ڪارو دونهون، ماحول ۾ گدلاڻ جو سبب بنجي ٿو. اهو دونهون ڪيترين ئي خطرناڪ گئسن سان مليل نهي ٿو. ڪارخانن ۽ فيڪٽرين مان نڪرندڙ دونهون ۽ زهريلو پاڻي، صاف سٿري ماحول ۾ شامل ٿي، ان کي خراب ڪريو ڇڏي. اسان کي پنهنجي ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ دونهون ڇڏيندڙ گاڏين جو استعمال نہ ڪرڻ گهرجي. ڪارخانن ۽ فيڪٽرين کي شهرن جي آبادين کان پري قائم ڪجي. وڻن ۽ ٻوٽن کي وڍڻ نہ گهرجي. وڌ کان وڌ وڻ ۽ ٻوٽا پوکڻ گهرجن، ڇوتہ وڻ ۽ ٻوٽا آڪسيجن خارج ڪن ٿا، جيڪا اسان کي ساهہ کڻڻ ۾ مدد ڪري ٿي ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جي مقدار کي گهٽائي ٿي.

ڪلاس جي هڪ شاگرد شڪيل احمد استاد جي سمجهاڻيءَ تي عمل ڪري، دوستن سان گڏجي پنهنجي ڳوٺ ۾ وَڻڪاريءَ جي مُهم هلائي ۽ اُتي وڻ ۽ ٻوٽا پوکيا. وڻن ۽ ٻوٽن سڄي ڳوٺ کي خوبصورت بنائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت هن شاگرد جي ننڍڙيءَ ڪوشش سان سندس ڳوٺ جو ماحول بهتر ٿي ويو.

# مشق

### ۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ماحول جي سونهن ڇا سان آهي؟

(ب) ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

(ج) وڻ ٻوٽا انسان جي زندگيءَ لاءِ ڏينهن جو ڪهڙي مفيد گئس خارج ڪن ٿا؟

(د) وڻ ٻُوٽا ڇو پوکڻ گهرجن؟

### ۲. ماحول جي بهتريءَ لاءِ پاڻ ۾ گفتگو ڪريو.

### ۳. هيٺ ڏنل نون لفظن کي پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪريو:

ماحول - سُونهن - مقدار - وڻڪاري - خوبصورت

### ۴. مناسب لفظ چونڊي لکو:

پاڻي - آبادي - ماحول - وڻ - گئس

صاف ...................... ، شهري ...................... ، زهريلو ......................

ڪاربان ڊاءِ آڪسائيد ................. ، ...................... پوکڻ

### ۵. هيٺ ڏنل خال پريو:

(الف) ڌرتيءَ جي سُونهن ................سان ئي آهي.

(ب) ماحول ۾ گدلاڻ جو سبب ..............گئس آهي.

(ج) ساهه کڻڻ ۾ ................گئس مدد ڪري ٿي.

(د) وڻ ۽ ٻوٽا ............گئس خارج ڪن ٿا.

(هه) شڪيل احمد پنهنجي ڳوٺ ۾ دوستن سان گڏجي ............پوکيا.

## سبق ايڪيهون

### سکيا جي حاصلات

* لوڪ آکاڻيءَ بابت ڄاڻڻ.
* لوڪ آکاڻي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ.
* سبق مان اسم عام ۽ خاص جا لفظ چونڊڻ.
* مذڪر ۽ مؤنث ٺاهڻ.
* حرف جملي جو استعمال ڪرڻ.

# قصو بادشاهه ۽ وزير جو

ڳالهه ٿا ڪن ته ڪنهن ملڪ جي بادشاهه وٽ هڪ تمام ڏاهو وزير هوندو هو. هڪ ڏينهن اوچتو اهو وزير وزارت ڇڏي هليو ويو، هو هڪ جهنگ ۾ وڃي رب پاڪ جي عبادت ڪرڻ لڳو. بادشاهه سندس جاءِ تي هڪ نئون وزير مقرر ڪري ڇڏيو.

هڪ ڏينهن بادشاهه کي وزير ياد آيو ۽ نئين وزير کان پڇيائين ته: ”اسان جي اڳوڻي وزير جو ڪهڙو حال آهي؟“ نئين وزير ورندي ڏني ته: ”بادشاهه سلامت! هو جهنگ ۾ رهي ٿو ۽ الله پاڪ جي عبادت ۾ ايترو ته مشغول آهي، جو ڪنهن وٽ اچي وڃي ئي ڪونه.“ اهو ٻڌي بادشاهه پنهنجي نئين وزير کي ساڻ ڪري اڳوٽي وزير سان ملڻ لاءِ جهنگ ڏانهن روانو ٿيو.

جڏهن اهي وٽس پهتا ته بادشاهه ڪانئس پڇيو ته: ”تون اسان کي ڇو ڇڏي، هن جهنگ ۾ اڪيلو اچي وينو آهين.“ وزير وراڻيو ته: ”بادشاهه سلامت! اوهان کي ڇڏڻ جا مون وٽ ڪيترائي سبب هئا.“

پهريون هي ته جڏهن توهان گفتگو ڪندا هئا، ته مون کي بيهي جواب ڏيڻو پوندو هو. هاڻي مون کي هڪ اهڙو بادشاهه مليو آهي، جنهن مون کي عبادت ڪرڻ وقت به ويهڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي.

ٻيو سبب اهو هو ته، جڏهن توهان ڪو طعام وغيره ڪائيندا هئا ته مون کي اوهان آڏو حاضريءَ ۾ بيهي هر طرح جو خيال رکڻو پوندو هو. هاڻي مون کي اهڙو بادشاهه مليو آهي. جيڪو مون کي خود کارائي ٿو.

ٽيون سبب اهو هو ته جڏهن اوهان آرام ڪندا هئا، تڏهن آءٌ اوهان مٿان پهرو ڏيندو هوس ۽ هاڻي آءٌ سمهندو آهيان ته منهنجو بادشاهه منهنجي نگهباني ڪندو آهي.

اڳي مون کي هميشه اهو خوف رهندو هو ته، اوهان جي مرڻ کان پوءِ مٿان اوهان جا دشمن مون کي ماري نه ڇڏين، پر هاڻي مون کي اهو خوف ناهي، ڇو ته هيءُ بادشاهه هميشه قائم ۽ دائم رهڻ وارو آهي.

اوهان وٽ مون کي اهو خوف رهندو هو ته، جيڪڏهن مون کان ڪا غلطي ٿي وئي ته اوهان مون کي معاف نه ڪندا، پر هاڻي منهنجو بادشاهه ايڏو ته ٻاجهارو آهي، جو هزارين غلطيون معاف ڪري ڇڏيندو آهي.
بادشاهه وزير جون ڳالهيون ٻڌي لاجواب ٿي واپس موٽي ويو.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:
(الف) هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن جو قصو بيان ڪيو ويو آهي؟
(ب) وزير، بادشاهه کي ڇو ڇڏي ويو؟
(ج) بادشاهه نئين وزير کان اڳوڻي وزير بابت ڇا پڇيو؟
(د) نئين وزير بادشاهه کي ڪهڙو جواب ڏنو؟
(هه) بادشاهه ۽ اڳوڻي وزير جي ملاقات جو احوال ٻڌايو؟

۲. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڏاهو - وراڻيو - مشغول - نگهباني - گفتگو

۳. هن ڪهاڻيءَ مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟
ٻارو اوهان کي ٻي ڪا اهڙي ڪهاڻي ياد هجي ته ٻڌايو.

۴. هن سبق مان اسم خاص ۽ اسم عام ڳولي ڌار ڌار ڪري لکو.

۵. مذڪر جا مؤنث لکو:

| مذڪر | مؤنث |
| --- | --- |
| بادشاهه | |
| ڏاهو | |
| مرد | |
| شهزادو | |

٦. * اڪبر ۽ راڻي گڏ پڙهندا آهن.

* آءٌ اچان ها پر گاڏي ڪونه ملي.

* استاد چيو ته سياڻي موڪل آهي.

مٿي ڄاڻايل جملن ۾ ’۽، پر، ته‘ اهڙا لفظ آهن، جيڪي ٻن لفظن يا جملن کي جوڙين ٿا. انهن کي حرف جملو چئبو آهي. انهن لفظن مان ٻيا ڪي جملا ٺاهي ڏيکاريو.

سبق ٻاويهون

سکيا جي حاصلات

* ذوالفقار علي ڀُٽي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* نون لفظن کي جملن ۾ استعمال ڪرڻ.
* مناسب لفظ ڳولي خال ڀرڻ.

# قائدِ عوام ذوالفقار علي ڀٽو

سنڌ ۾ ڪيترائي ڏاڍا ۽ عظيم انسان ٿي گذريا آهن. ذوالفقار علي ڀٽو بہ انهن مان هڪ ڏاهو اِنسان هو. هُو قانون جو ماهر ۽ قابل سياستدان هو.

ذوالفقار علي ڀٽُي، لاڙڪاڻي ضلعي ۾، تعلقي رتيديري جي ڳوٺ ڳڙهي خدابخش ۾ سر شاهنواز ڀٽُي جي گهر ۾ ۵ جنوري ۱۹۲۸ع تي جنم ورتو.

ذوالفقار علي ڀٽو، ننڍپڻ کان ئي ذهين ۽ محنتي هو. هن اِبتدائي تعليم، ممبئيءَ جي ’ڪئٿيڊرل اسڪول‘ مان حاصل ڪئي. اڳتي هلي آمريڪا جي رياست ڪئليفورنيا جي شهر بَرڪلي ۾ پڙهيو.

هو اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ آڪسفورڊ يونيورسٽي انگلينڊ ۾ پڙهڻ ويو، جتان قانون جي وڏي ڊگري حاصل ڪري وطن واپس وريو ۽ اچي ملڪ جي خدمت ڪيائين. ڀٽو صاحب حڪومت جي ڪيترن ئي وڏن عهدن تي رهيو. ۱۹۶۳ع ۾ پرڏيهي وزير جي حيثيت ۾، پاڙيسري ملڪن سان، دوستيءَ وارا لاڳاپا مضبوط ڪيائين.

ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو باني هو. هُو ۱۹۷۱ع جي چونڊن ۾ شاندار ڪاميابي حاصل ڪري ملڪ جو چوٿون صدر بڻيو. کيس ملڪ جي ترقيءَ جو سدائين اونو رهندو هو.

ذوالفقار علي ڀٽو جڏهن پاڪستان جو وزيراعظم بڻيو تہ هن ملڪ کي سگهارو بڻايو ۽ ملڪ جي سمورن شعبن ۾ سڌارا آندا جنهن ڪري تعليم، صحت ۽ صنعت جي ميدان ۾ ملڪ وڏي ترقي ڪئي.

هن اسلامي ملڪن ۾ پاڙيسري مُلڪن سان ناتا بهتر بنايا. هن ١٩٧٢ع ۾ قومي اسيمبليءَ ۾، سنڌي ٻوليءَ جي قدامت ۽ شاهوڪاريءَ بابت تاريخي تقرير ڪئي ۽ ملڪ کي ١٩٧٣ع جو نئون جمهوري آئين ڏنو. هن عوام ۾ سماجي شعور پيدا ڪيو. ڪيس عوام 'قائد عوام' جو لقب ڏنو.

ذوالفقار علي ڀٽو، انتهائي ذهين ۽ مضبوط ڪردار جو مالڪ هو. سن ١٩٧٧ع ۾، ملڪ جي آمر حاڪم ضياءالحق سندس حڪومت جو تختو اونڌو ڪري، مٿس الزام مڙهي، ڪيس ۴ اپريل ١٩٧٩ع تي ڦاسيءَ تي چاڙهي شهيد ڪيو ويو.

قائدِ عوام ذوالفقار علي ڀُٽي کي اڄ بہ پاڪستان جو عوام روشن خيال ۽ غريبن جو هڏڏوکي سمجهي، ياد ڪري ٿو.

## مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ذوالفقار علي ڀٽو ڪٿي پيدا ٿيو؟
(ب) ذوالفقار علي ڀٽي ابتدائي تعليم ڪٿان حاصل ڪئي؟
(ج) ذوالفقار علي ڀٽو ڪهڙي سن ۾ ملڪ جو صدر ٿيو؟
(د) سندس شهادت ڪهڙي تاريخ تي ٿي؟
(هہ) ذوالفقار علي ڀُٽي کي 'قائد عوام' جو ٿو سڏيو وڃي؟

٢. شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي ملڪي خدمتن بابت ڪجهه بيان ڪريو.

٣. هيٺين نون لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

قابل - مضبوط - قائد عوام - هڏ ڏوکي - اونو

۴. هيٺ ڏنل خال پريو:

* شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ .................... انسان هو.
* هو اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ......................... يونيورسٽي ۾ پڙهڻ ويو.
* ذوالفقار علي ڀٽو انتهائي ذهين ۽ ..................... ڪردار جو مالڪ هو.
* ذوالفقار علي ڀٽي کي ۴ اپريل ............ ع ۾ شهيد ڪيو ويو.

۵. ياد رکو:

شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي آخري آرامگاهہ سندس اباڻي ڳوٺ 'ڳڙهي خدا بخش' ۾ آهي.

سبق ٽيويهون

# ڏيئو (نظم)

**سکيا جي حاصلات**

* سُر ۽ لئه سان بيت پڙهڻ.
* ڏيئي جي اهميت سمجهڻ.
* نظم ڪورس ۾ پڙهڻ.
* لفظن جي معنيٰ ۽ هم آواز لفظن جو استعمال ڪرڻ.

ڪَکائن گهرن کي تون روشن ڪرين ٿو،
غريبن جِي جهُونرن کي گلشن ڪرين ٿو،
لٽي سِج عيان پنهنجو جوڀن ڪرين ٿو،
سَحر تائين هر جا نشيمن ڪرين ٿو،
مزورن ۽ ڪُڙمين سان همڪارُ آهين،
فقيرن جي مجلس جو سينگارُ آهين.

سڙي تُون ٻين کي ڏئين ٿو سُهائي،
رکيل تو ۾ ڪيڏي نہ آهي چڱائي،
پري کان منجهيل جِي ڪرين رهنمائِي،
ڏِيئا تو ۾ آهي سراسر سَچائِي،
سچو دوست، دشمنَ تي دلسوز آهين،
سچائيءَ سان سڀ جو شب افروز آهين.

هوا ساڻ سر لات جو تو جُھڪائين،
تو نوِڙت ڪندي پنھنجي جيوت بچائين،
حياتيءَ جو مقصد سچو تو ٻُڌائين،
ٻين لاءِ پنھنجو تو تن من جلائين،
جَلِي جي ٻين کي سُھائو ڏين تا،
لکين گھور تن تان، پتنگا ٿين ٿا.

ليکراج ڪشنچند عزيز

# مشق

۱. ھيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) ھن بيت جو ڪھڙو بند اوھان کي پسند آھي، ۽ ڇو؟
(ب) جلي جي ٻين کي سُھائو ڏين ٿا، ان جو مطلب ڇا آھي؟

۲. ھِيءُ بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان ٻڌايو.

۳. ھيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

گلشن - عيان - سحر - نشيمن - جوڀن - جيوت

۴. ھيٺين لفظن جا ھم آواز لفظ ٻڌايو:

جيئن: سينگار - ھمڪار

| | |
|---|---|
| گلشن | |
| سُھائي | |
| دلسوز | |
| جھڪائين | |
| ٻُڌائين | |

سبق چوويهون

سکيا جي حاصلات
* خلق جي خدمت جو جذبو پيدا ٿيڻ.
* سادي جملي جي جوڙجڪ ڪرڻ.
* فاعل ۽ مفعول جي سادي استعمال سان جملا جوڙڻ.

# خَلق جي خدمت

هڪ شخص رات جو پنهنجو آرام ڦٽائي، ماڻهن جو حال احوال ڄاڻڻ لاءِ مديني جي گهٽين ۾ گهمي رهيو هو تہ اوچتو هڪ گهر مان ٻارن جي روئڻ جو آواز آيو. اهو شخص اُن گهر جي آڏو ڪن ڏيئي بيهي رهيو. اندران هڪ عورت جو آواز سندس ڪن تي پيو، جيڪا چئي رهي هئي تہ ٻچا! ”ديڳڙي چڙهي پئي آهي، ڪاڌو پچي تہ توهان کي کارايان ٿي.“ اهو ٻڌندي ئي اُن شخص در کڙڪايو ۽ عورت کان ٻارن جي روئڻ جو سبب پڇيو. عورت روئندي روئندي جواب ڏنو تہ ”منهنجو مڙس جنگ ۾ شهيد ٿي ويو آهي. اسان جي سنڀال لاءِ ڪو بہ ناهي ۽ وقت جو خليفو بہ اسان جي سار نٿو لهي. گهر ۾ ڪاڌي لاءِ ڪجهہ ڪونهي، ٻارن کي دلاسي ڏيڻ لاءِ ٺلهي ديڳڙي چاڙهيو ويني آهيان. ٻار روئي روئي سمهي پوندا“. اهو ٻُڌي اهو شخص يڪدم موٽي اچي بيت المال مان ڪاڌي جو ڪُجھ سامان کڻي، مائيءَ جي گهر ڏانهن وڃڻ لڳو تہ بيت المال جي ملازم چيس تہ سائين آءٌ اهو بار توهان کي کڻائي ٿو هلان، ان شخص کيس جواب ڏنو تہ ”ڇا قيامت ۾ بہ منهنجو بار تون کڻندين“. اهو چئي پاڻ سامان کڻي، سڌو عورت جي گهر پهتو ۽ پنهنجي روبرو ڪاڌو تيار ڪرائي ٻارن کي کارايائين. عورت ان شخص کي دعا ڏيندي چيو تہ ”ڪاش! خليفو تون هجين ها.“ اهو ٻُڌي ان شخص چيس تہ پيڻ، مونکي معاف ڪر، خليفو آءٌ ئي آهيان.

ٻارو! اوهان کي خبر آهي تہ اهو مددگار خليفو ڪير هو؟ اهو خليفو حضرت عمر رضي الله عنہ هو. جنهن غريبن ۽ مسڪينن جي هر ڏکئي وقت ۾ مدد ڪئي.

اسان کي جُڳائي تہ اسين بہ سدائين خلق جي خدمت جو اُونو رکون.

# مشق

١. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) حضرت عمرؓ مديني جي گهٽين ۾ ڇو گهمي رهيو هو؟
(ب) حضرت عمرؓ گهر جو دروازو ڇو کڙڪايو؟
(ج) عورت، حضرت عمرؓ کي ٻارن جي روئڻ جو ڪهڙو سبب ٻڌايو؟
(د) عورت جو جواب ٻڌي حضرت عمرؓ ڇا ڪيو؟

٢. اوهان ڪو اهڙو واقعو ڏٺو يا ٻڌو هجي ته لکي ڏيکاريو.

٣. * يوسف ڪتاب پڙهيو.
* مومل ماني کاڌي.
* مٿين جملن ۾ يوسف ۽ مومل کي ڪتاب پڙهڻ ۽ ماني کائڻ جو ڪم ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. جملي ۾ ڪم ڪندڙ کي 'فاعل' چئبو آهي.
* ڪتاب ۽ مانيءَ تي ڪم جو اثر پيو، ان ڪري جن لفظن تي ڪم جو اثر پوي تن کي 'مفعول' چئبو آهي.

٤. هيٺين لفظن کي پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪريو:

دلاسو - بيت المال - خليفو - وظيفو - سنڀال

٥. ٻارو! ٿهل ٽڪور، اچ وڃ ۽ راند روند ٻٽا لفظ آهن
اوهان ٻيا ڪي اهڙا ٻٽا لفظ ٻڌايو.

سبق پنجويهون

# قلندر شهبازؒ جو ميلو

**سکيا جي حاصلات**

* قلندر شهباز جي عظمت ڄاڻڻ.
* ميلي جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ.
* ميلي بابت مختصر مضمون لکڻ.
* درست لفظ چونڊي خالي جايون ڀرڻ.

قلندر شهباز جو اصل نالو سيد عثمان ولد سيد ابراهيم ڪبيرؒ هو. هي بزرگ ۵۳۸ هجريءَ ۾ آذربائيجان جي ’مروند‘ نالي ڳوٺ ۾ ڄائو. قلندر شهباز، قرآن شريف جو حافظ ۽ عالم هو. فقيريءَ ۽ درويشيءَ جي ڪري پنهنجي وقت جي وڏن بزرگن ۾ شمار ٿيندو هو ۽ لعل شهباز قلندر سندس لقب آهي.

هيءُ بزرگ، الله جو نيڪ ٻانهو هو. پاڻ عام ماڻهن کي هدايت ڪرڻ سان گڏ سير سفر ڪندو بغداد پهتو، اتان ملتان آيو، جتان سنڌ ۾ اچي سيوهڻ شهر ۾ رهيو.

هن بزرگ جي درگاهه سيوهڻ شريف ۾ آهي، جتي روزانو ڪيترائي ماڻهو زيارت لاءِ ايندا آهن. هتي هر سال شعبان مهيني جي ارڙهين تاريخ وڏو

ميلو لڳندو آهي. هن ميلي ۾ هزارين ماڻهو پري پري کان پنڌ ڪري اچي پهچندا آهن.

ميلي جو سڄو ميدان دڪانن سان پرجي ويندو آهي. دڪانن کي اهڙو تہ سينگاريو ويندو آهي، جو ڏسي حيراني وٺي ويندي آهي. ميلي دوران هتي واپار بہ جام هلندو آهي. هن ميلي جون هيٺيون خاص ڳالهيون ڏسڻ وٽان آهن:

ميلي جي پهرئين ڏينهن ١٨ شعبان تي، صبح جو مينديءَ ڪڍندا آهن. اُن جي اڳيان ماڻهو ڳائيندا وڄائيندا هلندا آهن. اهڙيءَ طرح سان اهو ميڙ منجهند ڌاري درگاهہ تي پهچي ويندو آهي. پوءِ اُها مينديءَ لعل شهبازؒ جي روضي ۾ اندر رکي ايندا آهن ۽ ٻئي ڏينهن وري اُتان کڻندا آهن. انهيءَ نموني، ٻئي ۽ ٽئين ڏينهن جدا جدا فقيرن جي آستانن تان مينديءَ ڪڍي، ساڳيءَ ريت سرگس ڪري، ٻنپهرن جو وري درگاهہ تي رکندا آهن. مطلب تہ ٽيئي ڏينهن اها رسم جاري رهندي آهي.

**ڌمال:** قلندر شهبازؒ جي درگاهہ تي هر روز شام جو سانجهيءَ نماز بعد ڌمال لڳندي آهي. ڌمال تي لعل جا فقيرءِ ماڻهو مست ٿي نچندا آهن. ميلي وارن ڏينهن ۾ وري ڌمال صبح جو وڄائيندا آهن. نغاري جو آواز ٻڌڻ سان فقيرن جا ٽولن جا ٽولا نچڻ لاءِ اتي پهچي ويندا آهن ۽ واري واري سان نچندا هلندا ويندا آهن.

**راڳ رهاڻ ۽ ادبي محفل:** ميلي جي ڏينهن ۾، سنڌ حڪومت تمام وڏي پيماني تي، ادبي محفل ڪرائيندي آهي. اُن ۾ سڄي ملڪ جا مشهور اديب، شاعر ۽ عالم اچي شريڪ ٿيندا آهن ۽ قلندر شهباز جي شاعريءَ ۽ پيغام تي روشني وجهندا آهن. هن محفل ۾ سڄي ملڪ جا مشهور فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري، داد حاصل ڪندا آهن.

**ملاکڙو:** ميلي جا ٽيئي ڏينهن، شام جو وڏو ملاکڙو لڳندو آهي. جنهن ۾ سنڌ جا نامور مَلهہ، پنهنجي مَلهہ جو فن ڏيکاريندا آهن. جيڪو پهلوان ٻئي کي مَلهہ دسيندو آهي، اُن تي نوٽن جو مينهن وَسندو آهي.

هن درگاهہ تي فقيرن جي رهڻ لاءِ جيڪي مڪان ٺهيل آهن، تن کي ”ڪافي“ سڏيندا آهن.

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) قلندر شهبازؒ جو اصل نالو ڇا هو ۽ ڪٿي ڄائو هو؟
(ب) لعل شهبازؒ جي درگاهه ڪٿي آهي؟
(ج) قلندر شهبازؒ جو ساليانو ميلو ڪڏهن لڳندو آهي؟
(د) هن ميلي جون ڪهڙيون خاص ڳالهيون ڏسڻ وٽان آهن؟
(هه) قلندر شهبازؒ جي ميلي جي مينديءَ جي رسم بابت اوهان ڪي ڪهڙي خبر آهي؟

۲. هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻُڌايو:

شمار جام آستان ڌمال رهاڻ داد رسم

۳. درست لفظ چونڊي خال ڀريو:

* هي بزرگ ........................ هجري ۾ مروند نالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو.
(۴۳۸) (۵۳۸) (٦۳۸) (۷۳۸)

* هتي هر سال شعبان مهيني جي ........................ تاريخ تي ميلو شروع ٿيندو آهي.
(پندرهين - ارڙهين - ايڪيهين- ٽيويهين)

* هن بزرگ جو نالو ........................ هو.
(سيد عثمان - سيد ابراهيم - سيد عبداللطيف - سيد عبدالڪريم)

* هي بزرگ ملتان مان ٿيندو سنڌ ۾ اچي ........................ شهر ۾ رهيو.
(ٺٽو - درازا - سيوهڻ - ڪراچي)

* درگاهه جي فقيرن جي رهائش واري جاءِ کي ........................ سڏبو آهي.
(آستانو - ڪافي - اوتارو - مڪان)

۴. هيٺين لفظن جا واحد جمع ٺاهيو:

| واحد | جمع | جمع | واحد |
|---|---|---|---|
| ٻانهو | | ڳائڻا | |
| درگاهه | | رسمون | |
| زيارت | | ڳالهيون | |

۵. ڪنهن بہ هڪ ڏٺل ميلي جو احوال لکي ڏيکاريو.

سکيا جي حاصلات

* سنڌي ٻولي جي قدامت ۽ اهميت سمجهڻ.
* سنڌي صورتخطي جي آگاهي حاصل ڪرڻ.
* سنڌيءَ ۾ مختصر مضمون لکڻ.
* نون لفظن کي جملن ۾ ڪتب آڻڻ.
* خالي جڳهيون پرڻ.

### سبق چويهون

# سنڌي ٻوليءَ جي اهميت

دنيا جي هر قوم جا ماڻهو پنهنجي ٻولي ڳالهائيندا آهن. اسان سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهيون.

سنڌي ٻولي، سنڌ جي قديم ۽ شاهوڪار ٻولي آهي. قديم ڪتابن ۽ تاريخدانن موجب، سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون موهن جي دڙي جي تهذيب ۾ کُتل آهن. هيءَ ٻولي پنج هزارن سالن کان بہ پراڻي آهي. سنڌي ٻولي سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان اڳ پڻ رائج هئي. انگريزن جي دور ۾ تہ سنڌي ٻوليءَ کي تعليم جي ٻوليءَ سان گڏ دفتري ۽ سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو ويو. اڄ بہ سنڌي ٻولي نہ رڳو سنڌ صوبي ۾ ڳالهائي، لکي ۽ پڙهي وڃي ٿي، پر دنيا جي ٻين ڪيترن ملڪن ۾ بہ ڳالهائي وڃي ٿي. پاڪستان جي ٻين صوبن بلوچستان ۽ پنجاب کان سواءِ پاڙيسري ملڪ ڀارت جي ڪڇ، گجرات ۽ راجستان وارن علائقن ۽ شهرن ۾ ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿي. عربن جي دور ۾ قرآن پاڪ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيو هو. جنهن جو ذڪر بزرگ بن شهريار نالي سياح پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي.

سنڌي ٻولي عام ماڻهن جي روزمره جي ڪاروهنوار ۽ وڻج واپارجي زبان آهي. اسان مارڪيٽ ۾ واپار ۽ سودي جي ڏي وٺ بہ سنڌيءَ ۾ ڪندا آهيون.

سنڌي ٻوليءَ ۾، تارن جي علم، حسابن، طب، وڻج واپار ۽ ڪتب ايندڙ شين، مختلف قسم جي ڪپڙن ۽ دوائن وغيره لاءِ لفظن جو وڏو ذخيرو موجود آهي. سترهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ سنڌي پڙهائي ۽ لکي ويندي هئي. ٺٽي جي عالم مخدوم ابوالحسن سنڌيءَ، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ ۽ ٻين عالمن سنڌيءَ ۾ ديني تعليم بابت ڪتاب لکيا.

انگريزن ٻه ملڪي ڪاروهنوار هلائڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جو سهارو ورتو. هنن ١٨٥٣ع ۾، سنڌي صورتخطي کي نئين سر ترتيب ڏياري، سنڌ ۾ رائج ڪيو. سنڌيءَ جي هيءَ صورتخطي اها ئي هئي، جيڪا عربن جي دور کان وٺي سنڌ ۾ هلندڙ هئي، پر ان جي نئين سر ترتيب ۽ تشڪيل ڪئي وئي. اسڪولن ۾ سنڌيءَ جي پڙهائي شروع ٿي. عدالتن ۾ سرڪاري آفيسن ۾ لک پڙهه سنڌي ۾ ڪئي وئي.

انگريزن ۽ ٻين ڪامورن، سنڌي زبان، سنڌي ادب، سنڌ جي تاريخ ۽ ٻين موضوعن تي انگريزيءَ سان گڏ سنڌيءَ ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا، لغتون ۽ گرامر جوڙيا.

سنڌي زبان ۾ شاهڪار ڪتاب حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعري جو ڪتاب، شاهه جو رسالو موجود آهي. سنڌ صوبي اندر سنڌي ٻولي اڄ ٻه اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پڙهائي وڃي ٿي. ٻار پنهنجي مادري زبان ۾ آسانيءَ سان سڀ ڪجهه سکي سگهن ٿا.

اسان پنهنجي مٽن مائٽن ۽ دوستن سان هاڻي ته موبائيل ۽ ڪمپيوٽر رستي انٽرنيٽ تي ٻه سنڌيءَ ۾ رابطو ڪري سگهون ٿا. سنڌيءَ جو سافٽ ويئر ٻه ٺهي چڪو آهي.

عام ڪتاب، اخبارون، رسالا ۽ درسي ڪتاب ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿي شايع ٿين ٿا. اسين ٻين ملڪن ۾ رهندڙ سنڌين سان ڪنهن ٻه معاملي تي سنڌيءَ ۾ آساني سان (اِي- ميل) رستي رابطو ڪري سگهون ٿا ۽ انٽرنيٽ تي خيالن جي ڏي وٺ ٻه آسان ٿي وئي آهي.

# مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) سنڌي ٻولي ڪيتري قديم آهي؟
(ب) قرآن پاڪ جو پهريون ترجمو سنڌيءَ ۾ ڪڏهن ٿيو؟
(ج) انگريزن ڪهڙي سال ۾ سنڌيءَ جي صورتخطيءَ کي نئين سر تيار ڪرايو؟
( د ) سنڌي ٻوليءَ ۾ رابطي جا جديد ذريعا ڪهڙا آهن؟

۲. سنڌي ٻوليءَ جي اهميت بابت مختصر نوٽ لکو.

۳. هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو.

رائج - روزمره - صدي - صورتخطي - مقبول

۴. هيٺيان خال پُريو:

* سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون ............... جي تهذيب ۾ کُتل آهن.
* شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعريءَ جي ڪتاب کي ........... چون ٿا.
* عام ڪتاب، اخبارون، رسالا ۽ درسي ڪتاب ڪمپيوٽر تي ............... تي شايع ٿين ٿا.

۵. ياد رکو تہ:

* صديءَ ۾ سؤ سال ٿيندا آهن.
* اِي - ميل ذريعي اسان خط ۽ ٻي لک پڙهه سيڪنڊن ۾ ڪٿي بہ موڪلي سگهون ٿا.
* سنڌي بيتن ۾ قرآن پاڪ جو منظوم ترجمو، دنيا ۾ سڀ کان اڳ مولوي حاجي احمد ملاح ڪيو هو.

## سبق ستاويهون

# نور ۽ نانگ جي آکاڻي

(تصويري ڪهاڻي)

**سکيا جي حاصلات**

* تصويرون ڏسي آکاڻي ٻڌائڻ.
* اُڀرائي جو نتيجو سمجهڻ.
* سوچ ويچار جي قوت پيدا ڪرڻ.
* نوان لفظ سکڻ.

**اُستاد لاءِ هدايت:** ٻارن کي تصوير مطابق آکاڻي سمجهائي ۽ پُڇي وڃي.

## مشق

۱. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(الف) تصويرن ۾ ڏنل جاندارن ۽ بي جان شين جا نالا ٻُڌايو.

(ب) تصويرون ڏسي آکاڻي ٻُڌايو.

۲. هن تصويري ڪهاڻيءَ مان ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

۳. هيٺ ڏنل جملن کي هاڪاري جملن ۾ بدلايو:

* اڪرم منهنجو ڀاءُ نہ آهي.
* هيءَ پينسل منهنجي نہ آهي.
* تون راند نہ ڪيڏندو آهين؟

ياد رکو تہ: ٻارو! اسان کي ڪوبہ ڪم اُبهرائپ سان نہ ڪرڻ گهرجي.

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق پهريون** | |
| انت | حد، پڇاڙي، آخر |
| پڙلاءُ | آواز |
| جوتي | ڇُڳو، ميڙ |
| ڇهنب | پکيءَ جو وات |
| ساراهه | تعريف |
| سهسين | سوين، ڪئين، بيشمار |
| سرهاڻ | خوشبوءِ |
| ڪوٽان ڪوٽ | تهن اندر ته |
| مهراڻ | سنڌونديءَ جو قديم نالو، ساگر |
| ناميارا | ناليوارا، مشهور |
| واڄٽ | وڏو آواز |
| **سبق ٻيو** | |
| آخرڪار | آخر ۾، نيٺ، پڇاڙي |
| تبليغ | پَرچار |
| پيغام | نياپو |
| حاسد | ساڙ ڪندڙ، حسد ڪندڙ |
| رواج | عام دستور، رِيت، رَسم |
| زيارت | ديدار، ملاقات |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| شفقت | رحم،پلائي، وَڙ |
| صادق | سچو، سچار |
| صلاح | مشورو |
| مطابق | متعلق، ان جهڙو |
| **سبق ٽيون** | |
| آڇ | صلاح، پيشڪش |
| ڄمار | حياتي |
| ساراهه | تعريف، شاباس |
| طاهره | پاڪُ، صاف |
| عقلمند | سياڻو |
| ڪردار | هلت چلت، لڇڻ، عادتون |
| معزز | عزت وارو |
| لاچار | مجبور، بيوس |
| ورهين | سالن |
| ورثي | ملڪيت، ڇڏيل دولت |
| هڪدم | ان وقت، يڪدم |
| **سبق چوٿون** | |
| آسرو | ٽيڪ، ڀروسو، دلاسو |
| اَجهو | گهَرُ |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| اوٺ | پاسو، سهارو، بچاءُ |
| جيارو | جيارينڊڙ |
| جيءُ | حياتي، زندگي |
| جهانُ | دنيا، ڪائنات، سنسار |
| سدا | هميشه، سدائين |
| سونهارو | خوبصورت |
| ڪنڌي | ڪنارو |
| موچارو | سهڻو، ناهوڪو، لائق |
| نُور | روشني |
| **سبق پنجون** | |
| انور | روشن، چمڪندڙ، منور |
| ارشاد | حڪم |
| بيشڪ | شڪ کانسواءِ، ضرور، برابر |
| توفيق | رهنمائي، مدد، طاقت، همت |
| شب قدر | قدر واري رات<br>فضيلت واري رات |
| فجر | پرهه ڦُٽي، صبح سوير |
| ڪثرت | گهڻائي |
| مخلوق | خلق |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق ڇهون** | |
| انصاف | عدل، نياءُ، فيصلو |
| حيران | وائڙو، منجهيل، گهٻرايل |
| خاندان | ڪٽنب، پاتي |
| رحلت | لاڏاڻو، وفات |
| سرشتو | ستاءُ، ناهُه، طريقو |
| صالح | نيڪ، سياڻو |
| فيض | فائدو، نفعو، پلائي |
| مرتبو | مانُ، عزت |
| نذرانو | سوکڙي، گهورَ، پيتا |
| ورتاءُ | سلوڪ، روَيو |
| **سبق ستون** | |
| ترقي | سڌارو، واڌارو، اوج، اضافو |
| پيشو | ڌنڌو، ڪاروبار |
| ڏاهي | سياڻي، عقلمند |
| حيثيت | سگهه، پهچ، عزت |
| شمسي توانائي | سج کان حاصل ڪيل طاقت |
| صحتمند | چڱو ڀلو، تندرست |
| قاصد | پيغام آڻيندڙ |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| ڪوٽ | اٽپورائي، خال، اڻ هوند |
| مکيه | اهم، خاص |
| **سبق اٺون** | |
| ارمان | افسوس، ڏک، رنج |
| امڪان | ٽيڙ، احتمال |
| احسان | ٿورو، مهرباني، ڀلائي |
| حُب | پريت، سِڪ، چاهه |
| خواهان | چاهيندڙ، طلبگار، گهرندڙ |
| زراعت | ٻني ٻارو، پوک |
| عجب | حيرت |
| غفلت | لاپرواهي |
| ڳڻتي | پريشاني، فِڪر |
| همدردي | درد شريڪي، غمخواري |
| **سبق نائون** | |
| آبادي | وسنديءَ واري جاءِ |
| اهميت | ضرورت، قدر، خصوصيت |
| امن | سلامتي، شانتي، پناهه |
| حفاظت | خيال، سارسنڀال، نگهباني |
| خوشحالي | سکيو ستابو هجڻ |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| شهادت | شاهدي، گواهي، ساک، ثابتي |
| عظمت | وڏائي، بُلندي، بُزرگي |
| علامت | نشاني |
| **سبق ڏهون** | |
| انتظام | بندوبست، جوڙجڪ، اهتمام |
| تعمير | اڏاوت، آباد ڪرڻ |
| جُزي | نهي |
| چٽسالي | گُلڪاري، ثقافتي، |
| | گُلن وغيره ڪيڻ جو ڪم |
| خوبصورت | سهڻيءَ شڪل وارو، سهڻو، |
| | ناهوڪو |
| ظُهر | اڳينءَ جي نماز، |
| | ٻن پهرن جو وقت |
| ڪاشيگر | ٺڪرن جي ٿانون تي |
| | چمڪندڙ رنگ چاڙهيندڙ |
| گُنبذ | قُبو، گول چِٽ واري عمارت |
| **سبق يارهون** | |
| تمغو | سلطاني مُهر، سون يا |
| | چانديءَ جو ٻلو، سَنَدَ، نشانُ |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| چِڪتاڻ | چِڪ چِڪان، ڳِهل |
| حفاظت | نگهباني، چوڪسي، پناهه |
| رُخ | طرف، مُنهن، شِڪل |
| سازش | اندروني رٿ، وڳوڙ، قانون جي خلاف مشورو |
| سورمو | سورهيه، جوڌو، پهلوان |
| سورهيائي | بهادري، دليري |
| سکيا | تعليم، ڄاڻ، هدايت، تلقين |
| عطا | انعام، سخا، سوکڙي |
| ٺهڪو | ٺهه ڪري ڪرڻ جو آواز |
| قربان | گهور، فِدا، نِثار |
| نعمت | عطا، رحمت، برڪت، مهرباني، لاڀُ |

## سبق ٻارهون

| لفظ | معني |
|---|---|
| بسنت | بهار جي مُند |
| جهڳمڳ | چمڪو، چلڪو، روشني، رونق |
| جهجهي | گهڻي |
| جهمڪن | خوش ٿين |
| رُتِ | موسم، مُند |
| سَرهائي | خوشي |
| گُلستان | باغ باغيچو، گُلن جي جاءِ |
| لات | مِٺو آواز، مِٺو راڳ |
| مِهر | ٻاجهه، رحم |
| وَڙُ | احسان، عنايت، مهرباني، ٿورو |
| لات | مِٺو آواز، مِٺو راڳ، پکيءَ جو آواز |

## سبق تيرهون

| لفظ | معني |
|---|---|
| ترتيب ڏاهي رکڻ | سِٽاءُ |
| ترقي يافته | سُڌريل، ترقي ڪيل |
| جوڙجڪ | بناوت |
| حيرت | تعجب |
| لاڀ | فائدو |
| لاڳُو | واجب، متعلق، لاڳاپو رکندڙ |
| معلومات | ڄاڻ |
| موجب | مطابق، متعلق |
| مُهيا | فراهم ڪرڻ، ڏيڻ |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| **سبق چوڏهون** | |
| أپاءُ | بندوبست، بچاءُ، رستو، طريقو |
| أُصول | قاعِدو، قانون |
| پيدائش | ڄَمَ، جنم |
| جوڳو بندوبست | مناسب انتظام |
| رِپورٽ | اطلاع، ڄاڻ، خبر |
| ريت | رسم، ورتاءُ |
| ضابطو | سنڀال، دٻاءُ، نظرداري، قاعدو، قانون، دستور |
| عملو | ڪم ڪندڙ ماڻهن جو مجموعو، ڪَٽُ |
| ڪارڻ | سبب |
| **سبق پندرهون** | |
| تخلص | شاعر جو مختصر نالو يا لقب |
| دانائن | عقلمندن، ڏاهن |
| ڌڪارڻ | نفرت سان پري ڪرڻ، لوڌڻ |
| تَڙڻ | هڪالڻ، نيڪالي ڏيڻ |
| شاهوڪار | امير، پئسي وارو، خوشحال |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| صَدا | سوال، گُونج، پڙاڏو |
| قول | ڳالهه، مقولو، چوڻي، اقرارنامو |
| ڪفايت | بچت، ميڙ چونڊ، ڪم خرچي |
| وارث | مالڪ، سنڀاليندڙ |
| وصيت | مرڻ وقت ملڪيت جي نيڪال يا ڪم کي پوري ڪرڻ لاءِ هدايتون |
| **سبق سورهون** | |
| اَملهه | قيمتي، بي بها |
| اڻ ميا | بي انداز، اڻکچار، جَهجها |
| تَن | بدن، جسم، بُت |
| تندرستي | چڱڀلائي، صحت |
| ڌن | دولت، ڏوڪڙ، پئسو |
| ڄڳائڻ | ٺهڻ، موزون هئڻ، مناسب هجڻ |
| سگهو | طاقتور، زور ڀريو، تندرست |
| شاهوڪار | دولتمند، پيسي وارو |
| ڪاڻ | جي خاطر، لاءِ |
| نِتُ | سدائين، هروقت |
| وَٽس | أن وٽ |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| | **سبق سترهون** |
| اطلاع | خبر، سُڌِ، چتاءُ |
| جذبو | چِڪ، اُمنگ، جوش |
| حب الوطني | وطن يا ديس لاءِ دلي محبت جو جذبو |
| ڇڙوِڇڙ | ٽڙيل پکڙيل، ڌار ڌار |
| چُستي | چالاڪي، ڦُڙتي، تِکائي |
| ديوار | ڀت |
| فولادي | جوهردار، طاقت، تمام تيز |
| سانگو | پورو وجهه، سَبب، اتفاق |
| محاذ | سامهون، مقابل |
| نهارڻ | تڪڻ، ڏسڻ |
| | **سبق ارڙهون** |
| اختيار | وَسُ، مرضي |
| بند | روڪ، جَهل، پاڻيءَ جو بَنو |
| تعمير | اڏاوت، بناوت، عمارت سازي |
| دباءُ | زور |
| رضاڪار | بنا اجوري يا خوشيءَ سان خدمت ڪندڙ |
| سرنديءَ وارو | وسيلي وارو، اُپاءَ وارو، هُوند وارو |
| فلاحي | ڀلائيءَ وارو، نيڪيءَ وارو، نجات وارو |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ڪارڪن | ڪم ڪندڙ، اهلڪار، نوڪر |
| متاثر | اثر هيٺ آيل، مؤثر، ڪارگر، ڪارآمد |
| محفوظ | سنڀاليل، سلامت، قابو، هٿيڪو |
| | **سبق اوڻيهون** |
| ارزان | سستو، سهانگو |
| تاساريون | اُڇايل، اُڇاريون |
| پُوچ | گهٽو، جهجهو، بي انداز |
| ڍايون | ڍؤ تيل |
| سنگهار | وڏي مال وارو، ڀاڳيو |
| سارنگ | مينهن، آگم، بارش |
| سار | يادِ، خيال ڪرڻ، سنڀال لهڻ |
| لُڪ | گرم هوا، جهولو |
| مُنڌائتا | موسم وارا، مُنڌ وارا |
| | **سبق ويهون** |
| خوبصورت | وڻندڙ، سهڻو |
| رَسندو | پهچندو |
| سبب | ڪارڻ، وَجهه |
| سُونهن | حُسن، خوبصورتي |

# نوان لفظ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ماحول | اردگرد، آسپاس، چوڌاري |
| مقدار | انداز، قدر، شمار، ماپ |
| وڻڪاري | ٿڌڪاري، وڻن جي ڇانوَ |
| | **سبق ايڪيهون** |
| اڳوٽو | اڳ جو، اڳيون، آڳاٽو، اول |
| ٻاجهارو | رحم وارو، مهربان |
| خُود | پاڻ، پنهنجو پاڻ |
| ڏاهو | سياڻو، عقلمند |
| گفتگو | ڳالهه ٻولهه |
| لاجواب ڪرڻ | بس ڪرائڻ، ٻيهارڻ |
| مشغول | مصروف، رُڌل |
| نگهباني | سرواڻي، اڳواڻي، نظرداري، حفاظت |
| وراڻيو | جواب ڏنو، ڳالهايو |
| | **سبق ٻاويهون** |
| اونو | فڪر، خيال، سوچ |
| باني | اڏيندڙ، بنياد رکندڙ، پايو وجهندڙ |
| پرڏيهي | ٻاهرين ملڪن جو |
| رياست | ڏيهي راڄ، حڪومت |
| قابل | لائق، ذهين |

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| قدامت | گُذريل وقت، جهونائي، اڳيون زمانو |
| قائد عوام | عوام جو اڳواڻ، رهبر، رهنما |
| مضبوط | پختو، سوگهو، سگهارو، جانٺو |
| ناتا | رشتا، واسطا، تعلق |
| هڏڏوڪي | همدرد، واهرُو |
| | **سبق ٽيويهون** |
| افروز | روشن ڪندڙ |
| جوڀن | جواني، شباب، سُونهن، سينگار |
| جيوت | زندگي، حياتي، جيئرو |
| دلسوز | دل جلائيندڙ، دل کي ساڙيندڙ، درد انگيز، دل گداز |
| سراسر | سچو، اصل، بلڪل |
| سحر | صبح سوير، اَسُر |
| سهائو | روشني، اُجالو، سوجهرو |
| شب | رات |
| عيان | ظاهر، نمايان |
| گُلشن | گُلن جي جاءِ، باغ باغيچو |
| مجلس | محفل، ٽولي، ميڙ |

# نوان لفظ

| لفظ | معني |
|---|---|
| نشيمن | خِلوت گاهه، آرام گاهه، پکين جو آکيرو |
| | **سبق چوويهون** |
| آڏو | سامهون |
| بيت المال | اسلامي حڪومت جو |
| بارُ | وزن |
| دلاسو | آسرو، دلجاءِ، تسلي، دلداري |
| | قومي خزانو |
| خليفو | ولي عهد، قائم مقام، خادم |
| سنڀال | پرورش، خبرداري، خيالُ |
| گِجُ | ڳپل، جهجهو، ٿڪر، ڪافي |
| وظيفو | محنتاڻو، پگهار، اُجورو |
| | **سبق پنجويهون** |
| آستان | رهڻ جي جاءِ، ديس |
| جام | گهڻو، ڪوڙ |
| فن | ڪاريگري، ڪرتب، ڏانءُ |
| دادُ | آفرين، بخشش، شاباس، تحسين |
| درويش | بُزرگ، سالڪ، سائل |

| لفظ | معني |
|---|---|
| ڌمال | ٽپ، ڪُڏ، نچڪو |
| رَسم | نقش، دستور، ريت، عادت، روَش |
| رهائش | مَسڪن، قيام، گهر، جڳهه |
| رهاڻ | خوشيءَ جي مجلس، دل وڻندڙ ڳالهه ٻولهه |
| شمار | ڳاڻيٽو |
| هدايت | نصيحت |
| | **سبق ڇويهون** |
| آمد | اچڻ |
| آسان | سَولو، سَهنجو |
| دور | زمانو، وقت |
| روزمره | هر ڏينهن، روز روز، سدائين |
| رائج | هلندڙ، جاري، مروج، چالو، رسمي |
| سهارو | آسرو، اُميد، ٽيڪ، ڀروسو، وسيلو |
| ضِدي | هوڏِي، هَٺيلو، بحثي، تڪراري |
| مڪتب | پڙهڻ لکڻ جي جاءِ، اسڪول |
| مقبول | پسند ڪيل، چونڊيل، قبول ڪيل |